# پلصراط

## (جيل جي ڊائري)

ڊاڪٽر دودو مهيري



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1998ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر ٻـہ سـؤ ويھہ

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | القادر پرنٽنگ پريس ڪراچي. |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزر | بشير جمالي |
| پهريون ايڊيشن | نومبر 1998ع |
| | قيمت 80/- رپيا |




PULLSARAT (Jail Jee Diary) Written by DR. DODO MAHERI.
Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammad, Hyderabad, Sindh. Pakistan. First Edition November 1998.
Price Per Copy Rs. 80/-
Book No. 220.

# پيش لفظ

ايوب شاهيءَ خلاف هلندڙ عوامي لهر کان آئون ننڍپڻ کان متاثر هيس ۽ سياست جو ڏگ اختيار ڪيم. ان دوران عوامي لهر تي شيخ مجيب ۽ ڀٽو ڇانيل هوندا هئا.

سنڌ ۾ سائين جي ايم سيد جي ڏگهي جدوجهد ۽ سندس سنڌ جي قومي حقن لاءِ ڪيل جدوجهد جو پڙاڏو به منهنجي ڪنن تي پيو. ان وقت کان ئي قومپرستي جي فڪر ۽ فلسفي هيٺ سنڌ جي جديد تخليق لاءِ، ان سفر ۾ پاڻ کي شريڪ ڪيم. پر ان وقت منهنجو ڪنهن به قومپرست تنظيم سان واسطو ڪونه پيو، اڳتي هلي جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان پاڻ مرادو پهل ڪري واسطو رکيم، جنهن ۾ 1974ع کان باقاعده تنظيمي شڪل ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيم. 1976ع ۾ ايل ايم سي ۾ اچڻ سان پنهنجون سڀ توانايون تنظيم لاءِ ارپي ڇڏيم. جيئن پنڌ اڳيرو ۽ ڏگهو ٿيندو ويو، تيئن سور ۽ سختيون سامهون اينديون ويون. مٿان مارشل لا جي دور جي ڪري، آئون ان دؤر جي عتابن جو به شڪار رهيس. يارنهن سالن جي مارشل لا جي ڏگهي دور مان مون کي تقريباً پنج سال جيل ۾ رهڻو پئجي ويو. جان وڃي تڏهن ڇٽي جڏهن جنرل ضياء وڃي حادثي جو شڪار ٿي الله کي پيارو ٿيو. آزادي ملڻ شرط تنظيم جون ذميواريون وري اچي ڪلهن تي پيون، هي ٿيون پيرو هو جو آئون جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو مرڪزي جنرل سيڪريٽري جي فرضن کي نڀائي رهيو هوس. جنهن ۾ اختلافن سبب اسان اڳتي پنهنجو الڳ ڏگ رستو اختيار ڪندي جدوجهد ذريعي هن

وقت سنڌ ترقي پسند پارٽي جي بينر هيٺ جدوجهد ڪري رهيو آهيان.
آئون جيلن جي دوران نوڙي ڦاٽڪ ڪيس ۾ پنهنجي دوستن سان گڏ رهڻ
ڪري پرامن جمهوري ڪئمپ جو اڪيلو طرفدار هئڻ ڪري سخت
اڪيلائي ۾ جيل ۾ به واقعي جيل طور وقت ڪاٽڻو پئجي ويو.
هن سڄي وقت دوران مون تي انهن دوستنِ جي اک نه ٻڏندي
هئي. اڄ تاريخ جو اهو فيصلو سامهون آهي ته ڪيترائي دوست ڪک پن
تي ويا آهن ۽ آئون حال سارو رڙهي رهيو آهيان. مون کي جڏهن به ٻاهر
وقت مليو آهي ته آئون تنظيم کيٰ ناهڻ ۾ سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن لاءِ پوري
سرگرمي سان لڳي ويندو آهيان، جنهن ڪري نوڙي ڦاٽڪ کان پوءِ
مونکي وري پڪا چار سال ڏکيو جيل وجهڻو پئجي ويو.
هن دفعي سڌا رياست جا خطرناڪ الزام هڻي مونکي گرفتار
ڪيو ويو، جنهن ڪري آئون پورا ست مهينا هن ملڪ جي خفيه ادارن
وٽ تفتيش هيٺ رهيس. هتي وٽ قيدي هئڻ جو احساس جيل ۾ هئڻ
کان وڌيڪ خطرناڪ ۽ پيڙاءَ وارو هوندو آهي. ان جو احساس فقط ان
قيديءَ کي هوندو جيڪو انهن جي ڳرن هٿن مان مهنجي ۽ لوئجي نڪتو
هوندو. اکين تي پٽيون هجن، بند سيل، جتي رات ۽ ڏينهن جي هڪ ئي
حيثيت هجي. مٿان ذهني دٻاءَ جي شدت، اُوجاڳا، چرڪ، تشدد، آداري
جي اهلڪارن جي ڪرڙي نظر ۽ آڪڙ جي ڪري هڪ گهڙي به جبل
جيڏي گذرندي رهي. اتي جو هڪ ڏينهن به ٻاهر جي سالن کان مٿي
لڳندو آهي. پابندي ته هونئن ئي ڏکي هوندي آهي، پر جتي اکين تي
پٽيون، اٿڻ ويهڻ ۽ سمهڻ پنهنجي وس ۾ نه هجي، اتي جيئڻ عذاب
بنجيو وڃي. تنهن ڪري هن دفعي ڪڙي امتحان مان گذرڻو پئجي ويو.
جنهن جي ڪڙڻ جو احساس هميشه رهندو. هتان جيڪو سٽجي نڪري
ٿو، اهو سنئين لڳين نٿو رهي، ذهني توازن جي اثر کان بچي نٿو سگهي.
ان کان وڌيڪ ٻاهرين دنيا ۾ موتي سياسي ڪردار ادا ڪرڻ ته وڏي
ڳالهه ٿي ويندي آهي. هتي حقيقي پرک جو ميدان هوندو آهي، جتي
ڪوبه همدرد نه رهندو آهي، جتي ماڻهوءَ جو وار وار شاهد ٿي بيهندو
آهي. اتان پار پوڻ وڏو مسئلو هوندو آهي. هتي به ان معيار جو امتحان
ٿيندو آهي، جيتري ان جي جدوجهد ڪيل هوندي آهي يا ان جي پارٽي

جو معيار هوندو آهي.

هن دنيا مان ڪڏي مون کي جيل حوالي ڪيو ويو. حيدرآباد سينٽرل جيل، نارا جيل کان ڪڏي مون کي ڪراچي جيل رکيو ويو، جيئن آئون اتي به عقابي نظرن جي ويجهو هجان. ڪراچي جيل ۾ مون کي ٽي سال رهڻو پئجي ويو. ان دوران مونسان وڏو حادثو، منهنجي پيءُ جي حادثاتي موت جو الميو سامهون آيو. ابا مون سان هلندي، پنڌ ڪندي، جيلن تي حاضريون پريندي، بهادر پيءُ وانگر مون لاءِ سهارو بنجندي گذاريو ويو. هن پيري اها ئي قرباني ڏنم.

ٿوري ڦانڪ دوران امڙ به مون لاءِ منهنجي راهه ۾ مون تان پنهنجو پاڻ واري ڇڏيو.

**مون مسڪين ڪاڻ مارو رنا ڇو نه هوندا ؟**
**روئي نيڻ تن جا پنا ڇو نه هوندا ؟**

ان شعر جيان امڙ جو روح به ڇو نه تڙپيو هوندو؟
ان جي اکين ۾ ڪيئن ننڊ آئي هوندي، هن جا به رات.

ڏينهن ڪيئن گذريا هوندا. هوءَ به ماءُ جو احساس رکندي هوندي. پر آئون جڏهن به آزاد ٿي ويس ته منهنجي اڳيان اکين ۾ پاڻيءَ جي جڳهه تي مون لاءِ هميشه شفقت وارو ورتاءُ رهيو ۽ اٿين منهنجا سڀ ياتي ۽ ڳوٺ واسي به مون سان اٿين ئي پيار ڪندا اچن. ويچارا مهيرين جهڙا ماڻهو، منهنجي هن سفر ڪري، سڀي ڳوٺ ۽ ڳوٺ جي هر گهر، ۽ گهر جي هر ياتي کي بيگاهه رات جو ڪڙو چاڙهي، ڪين گهرن مان ڇڪي ٻاهر ڪڍي، بوٽن، ٺڏن ۽ ڏنڊن سان سيڪت ڏني وئي. آئون جڏهن جيل مان موٽي انهن جي اڳيان آيس ته ڪير به رُڪي منهن سان نه مليو. البت مون کي اهو دلي صدمو پهتو ته هي سيئي منهنجي ڪري مارون کائي وينا آهن. ڇو ته منهنجو جتڪو گهر انهن جي پاڙي ۾ آهي، اهي منهنجا عزيز ۽ ذات وارا آهن. هن جيل کان اڳ قومي تحريڪ جي اُڀار جي دؤر مان سنڌ گذري رهي هئي. جڏهن جيلن جون ماڙيون جيلن کان اڳڻ، ملاقات روم ڳاڙهن نوجوانن سان پريل هوندا هئا. جيل ۾ سياسي قيدي جو اچڻ فخر جهڙي ڳالهه هوندي هئي، جيل به هڪ تربيتي درسگاهه هوندا هئا. جيلن تي ايندڙ دوستن سان ملڻ ڪري جيل جو احساس ايستائين

محسوس نہ ٿيندو هو جيستائين وٽي کولي حوالي نہ ٿيون. پر هن پيري سڄو ميلو الائجي ڪيڏانهن گم ٿي ويو. الائجي سنڌ جي سياست ڪي ڇا ٿي ويو جيڪا ويڳاڻپ، لاتعلقي، بي حسي ۽ بيوسي جي ور چڙهي وئي. يا اها سنڌ جي سياست سان ويڌن ٿي وئي جيڪا انهن چاهي ٿي ۽ اسان سمجهي نٿي، هي سڄو قافلو ان جي وَر چڙهي ويو. اها چس، اها رس، اهو دٻدٻو، اهو دهمان، اهو آسرو ۽ پرجهلو، اهو ويساه، عقيدو، ايمان، اعتبار، اهو نعرو ۽ اهو نينهن ماضيءَ جو قصو بنجي ويو. جنهن ميدان تي، وڃڻ لاءِ اهي آتا هوندا هئا، اڄ اتي انهن جي پانهن جي لؤر پيئي پوي.

جتي سنڌ جي سينڌ سنوارڻ جي ڳالهہ ٿيندي هئي، اڄ ان تان هرڪو پاڻ مرادو پٺي هٽ مٽي ڪٽي ميدان خالي ڪري "سوشل" ٽيڻ جي نالي هيٺ پنهنجي فرض کان لاتعلق بنجي، پنهنجي پيٽ جي باهہ اجهائڻ لاءِ آتو ۽ سرگردان لڳو پيو آهي. سياست جيڪو گڏيل اختيار ڏيڻ ۽ وٺڻ جي عمل جو نالو آهي، اهو اسان روايتي ڌرين جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي. متبادل ڌر، تنظيم ۽ تحريڪ جي وجود لاءِ ڪوشش تہ نهيو، پر ان کان هر ڪنهن کي روڪڻ لاءِ ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائي رهيا آهيون. سنڌ جيڪا جبل ۽ ٿر تي بہ مشتمل آهي جتي ڏڪار پوندو آهي تہ سانگي ماڻهو، سندن چوائي تہ "سنڌ" روزگار لاءِ ايندا آهن ان ڏڪار جا تہ اهي عادي ٿي ويا آهن جيڪي طرح طرح خدا پاران سمجهي سهيو وينا آهن. پر هن وقت سنڌ سياسي ڏڪار مان گذري رهي آهي. جيڪو ذهنن جو ڏڪار ۽ انتشار آهي. ۽ اهو انتهائي خطرناڪ آهي. سنڌ جي لاءِ ٿيندڙ سازشن کان وني سياسي طرح اٿيل طوفان تي غور ڪرڻ لاءِ بہ تيار ناهيون، جيڪو صرف سنڌ کي لپيٽ ۾ آڻي رهيو آهي. جنهن جو آخري معرڪو سنڌ ئي ٿيڻي آهي ۽ ان جا سڄاڻ ماڻهو لاتعلقي جي ور چڙهيل آهن جيڪي ڪنڌ مٽي ڪٽي ڏسڻ لاءِ بہ تيار ناهن. ڪبوترن وانگي اکيون پوري پنهنجي فرض کان پڄڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. ان ۾ حڪومتي ۽ رياستي سببن سان گڏ اسان بہ هڪ سبب تي اڳيان آيا آهيون ان لاءِ اسان کي ۽ سڄي سياستي سٽ کي عام عدالت ۾ آڻو پوندو، تي سگهي ٿو سياست جي وهنوار جو نپ هجڻ سياسي ڪردارن

جي. گھربل اعتماد نہ ڏيڻ بہ سبب هجي. جيل وڃڻ ۽ جيل ۾ رهي، پنهنجو پاڻ کي ڪنهن ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ جيل ۾ روزو رکڻو پوي ٿو، يا ائين چوان تہ جيل بہ هڪ روزو آهي جتي انسان جي حقيقي پرک ٿئي ٿي. جيل جي سوڙهي دنيا ۾ ڪوبہ بهروپ نٿو هلي. هتي هر قيدي جي ننڍي وڏي چرپر سيني جي اڳيان هوندي آهي. متان جيل جي دٻائن ۽ خواهشن جي گهٽجڻ ڪري ان جي ڪيفيت بہ ٻي ٿي ويندي آهي. هتي قيدي جي وک وک تي سيني جي نظر هوندي آهي. هن دنيا ۾ جيڪو ڏسندڙن جي اکين ۾ ڪريو، اهو اتي نہ سگهندو. هونئن بہ جيل بہ تہ ڪنهن مقصد لاءِ ٺهيل آهن، جتي انسان جي ور ۽ ماپ ٿئي، ذهني توازن رکڻ، سنجيده رهڻ، پڙهڻ ۽ لکڻ ٻين جا انگل ڪٽڻ، سيني ساٿين کي ڪٽي هلڻ، هڪ امتحان هوندو آهي، جتي يڪسانيت، بوريت ۽ وقت جي هڪجهڙائي هجي، اتي زندگي مان تازگي، رنگيني، لطف ۽ انسان هئڻ جو احساس ختم ٿيڻ جو احساس پڻ ٿئي ٿو پوءِ ان جي پورائي يا اٿوٽندڙ ڏنڊن ۾ ملوث ٿي وڃي ٿو يا مضبوط ارادي سان بيهي ۽ پاڻ کي بچائي وري واپس اچي سماج ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري. پر هتي جيترو سياسي پارٽين جو ڪيڊر ۽ اڳواڻ جيل ۾ ويا آهن، انهن مان ڪي ٿورا ميدان تي بيٺل نظر ايندا، پر پوءِ بہ هي قيد و بند جو سفر جاري آهي. هي ملڪ ايترو تہ غير روادار ۽ غير جمهوري ثابت ٿيو آهي، جتي جمهوري اختلاف رکڻ ۽ ان لاءِ آواز اٿارڻ ۽ جدوجهد ڪرڻ وارن جون زندگيون اجيرن بڻايون وينديون آهن. انهن تان جيل جو ڀاڄو لهڻو ئي ناهي. انهن جي ٻانهن تان هٿ ڪڙين جو زنگ لهڻو ئي ناهي، هن وهنوار جو اصل ٽارگيٽ وري بہ سنڌ ئي آهي. سنڌ ۾ وري قوم پرست ڪارڪن ٿيا آهن، جن جيل وڃي هن رياستي ادارن کي ڪيتري قدر ماڻو ڪيو آهي، جنهن لاءِ هنن ڇا قربانيون ڏنيون آهن؟ انهن جو ذڪر تمام ٿورو ٿيو آهي ۽ ڪين داد ڏيڻ لاءِ ڪنهن اڃا قلم نہ کنيو آهي.

پنهنجي زندگي جو گهڻو عرصو گذريو ئي جيل ۾ آهي، جتي مونکي وقت ملڻ سان مون جيل اندر قلمي پورهئي کي جاري رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، آئون هينئن چوان تہ مون جيڪي لکيو آهي اهو جيل ۾ ئي لکيو آهي، جيل جي ٻوليءَ ۾ جڏهن جيل ٽوٽل ٿي ويندو آهي

۽ جيل تي موت جهڙي سانت چانئجي ويندي هئي تڏهن بند تالي ۾ آئون هر رات قلم کڻي، پاڻ سان، پنهنجي ساٿين سان، جيل جي عام قيدين سان ۽ ٻاهرين دنيا ۾ ٿيندڙ هر چرپر کي قلم ذريعي يادگيرين ۾ قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو آهيان. شايد آئون جيل ۾ ويجان ٿي ڪتاب لکڻ لاءِ تو. پوءِ قيد و بند جي قلمي پورهئي ۾، هي ڪتاب به انهن مان هڪ دردن جو داستان آهي جنهن کي پلصراط جي نالي سان آئي رهيو آهيان. اصل ۾ هي ڪتاب هن ملڪ جي اڻ ڏٺي حڪمران ڌر جي طريقيءِ واردات تي مشتمل آهي، جنهن کي اڻ ڏٺي حڪومت چئبو آهي.

1992ع ۾ ٿيندڙ آپريشن هيٺ سنڌ ۾ فوج جو لهڻ ڪا معمولي ڳالهہ نہ هئي. آخر جيڪڏهن ڪابہ مغلومات جي سگهہ ۽ وسيلا آهن تہ انهن وٽ ٿي آهن اها ڪنهن کڙڪي تي، ڪنهن واردات کي اڳواٽ منهن ڏيڻ لاءِ ميدان تي نڪري آئي هئي. پوءِ ڪراچي ۾ ٿيندڙ ايم ڪيو ايم جو هيڏي مضبوط ارادي سان ٽڪر ڪا معمولي ڳالهہ نہ هئي ۽ سنڌ جي هر متحرڪ اڳواڻ ۽ ڪارڪن کي ٻڌي، جنجهوڙي ۽ بند سيلن ۾ رکڻ بہ ان جي ڪڙي هئي. پر اهو طوفان ڪنهن بين الاقوامي سبب جي، ڪري ٿري ويو. جنهن تي اسان جي سياسي اڳواڻن کي تنهن وقت نہ مون ڪو غور و فڪر ڪندي ڏٺو ۽ نہ وري هاڻي تيار آهيون. هن ملڪ اندر سنڌ لاءِ ڪڏهن اوچتو وڏو چئلينج اچي ڪڙڪندو، اهو اسان کي ڪيتري مهلت ڏيندو بہ يا نہ؟ ان لاءِ اسان کي جيڪا تياري ۽ محنت درڪار آهي ان لاءِ سوچڻو پوندو.

هي ڪاوش سمجهڻ لاءِ معمولي هڪ ڪوشش سمجهي، اڳي جيئان روايتي طرح اسان کي هر مسئلي کي اورانگهي هلي وڃڻ جي غير ذميوار روايت کي ڇڏڻو پوندو.

**ڊاڪٽر دودو مهيري**

مهاڳ

# دودو: دَل، دار ۽ ديس

دنيا جي گولي تي جيڪي به وڏا انقلاب آيا، انهن انقلابن پويان ٻه شيون واضع سبب طور موجود آهن: هڪ غلامي ۽ ٻي غربت. ۽ انقلابن جي اڳڻ وارن سالارن جو تعلق اڪثر انهي طبقي سان رهيو آهي، جن جا کيسا ايترا خالي هوندا آهن جيتري دولتمند ماڻهن جي دلين ۾ ويراني به نہ هوندي آهي. پر لطيف جي انهيءَ سٽ تہ: "مسڪيني جو مرد کي، خطرو نڪو خيال" وانگي پُٺسي جي پوڄا کي پاپ سمجهي پنتي ڇڏي آيا، ايترو پنتي جيترو ڪا محبت ڪندڙ دل زماني جي بندش ۽ خوف کي پنهنجي پيرن جي ڪيهہ سان لتي ايندي آهي ۽ منزل سندس آس ۽ ارادي جي در جي داسي لڳندي آهي، جيڪا ڇڻ تہ سندس وڪ ڪان بہ ويجهو هجي. پر ائين بہ ڪونهي تہ دنيا پنهنجي ظلم ۾ ڪا رعايت ڪندي آهي، رعايت دنيا جي ڊڪشنري ۾ ڪونهي، ۽ مڙڻ مڙسن جي روايت ڪونهي، ۽ ائين رعايت ۽ روايت جي مهاڀارت ۾ ڪو ڪرشن جهڙو ڪردار جمي پوي ٿو، جنهن کي پاڻ "دودو" بہ چئي سگهون ٿا.

دودو، لاڙ جي سامونڊي ساحلن تان گهلندڙ سنڌي ماءُ جي لولين جهڙين هوائن مان جهُلي جوان ٿيندڙ گل آهي، جنهن جي رڳن ۾ رت انقلاب تي ٻوڙي ٿو. هن جي ڳالهائڻ کان ويندي هلڻ تائين ۽ تحرير کان ويندي تقرير تائين سندس انگ ڍنگ ۾ هڪ اٽل ارادي ۽ بيچين آس ۽ انتظار جي جهلڪ هوندي آهي، جنهن جو شايد خود 'دودي' کي بہ

ادراڪ نہ هجي. هونئن بہ انقلابين کي خود جي ڪهڙي خبر، انقلاب لاءِ سگري جيئن سڙهندڙ ماڻهو خود کي وساري ويهندا آهن، سندن اکيون فقط اهي خواب ڇٽيندڙيون آهن، جن ۾ هڪ آزادي ديس جا پار ڳاڙهن گلن جي ڦلواڙي ۾ رانديون ڪندي نظر اچن.

انقلابي جي اکين کان ويندي دل تائين ڪا بہ شئي پنهنجي ناهي هوندي. انهن جون دليون انهن آکيرن جيان تي ويندڙيون آهن، جن ۾ آس ۽ اُميد جا پکي پنهنجا ٻچا اٺاري ويندا آهن ۽ نيٺن جي سر زمين تي اهي گل ٽڙندا آهن، جن تي فقط آزادي ۽ انقلاب جا خواب پوئنر جيان پيرا ڏيندا آهن. بلڪل ائين ’دودو‘ بہ پنهنجي اکين ۽ دل جي وچ ۾ وڃايل هڪ مسافر آهي، جيڪو پنهنجي منزل جي ڳولا ۾ محو تي خود کان بہ وڃائجي هڪ اهڙي ٽڪنڊي جي وچ ۾ اچي بيٺو جنهن جون ٽيئي ڪنڊون ٽن مختلف عذابن، ٽن، ٽن مختلف پوڳنائن جو تعين ڪرڻ لڳيون. جن جا ڇهڪ چمين جيان انگ تي ڪڙڻ لڳا، پر پوءِ بہ ائـہ ڪهڙي محبوبيت هئي، جيڪا هن ديوانن جهڙي ’دودي‘ کي ڇڪي ويئي ۽ هو دل، دار ۽ ديس جي وچ ۾ پڙ ڪڏي بيهي رهيو ۽ ٽنهي ڏسائن کان پٿر ۽ ڇٽر وسندا رهيا، پر هو منصور وانگر شبلي جا گلاب سمجهي، سهندو رهيو ۽ مسڪرائيندو رهيو. هو اياز جي انهن سٽن جو ٿائيتل تي بيهي رهيو، جنهن ۾ هن چيو هو:

شهر سارو ڇوڪري ٿو سنگ بازي،
ڏس ڪوئي عشق جو ڪافر نہ ڪونهي.

’دودي‘ ۽ دل جو رشتو گهرو رهيو آهي، ايترو گهرو رهيو آهي جيترو عاشق ۽ معشوق جو رشتو گهرو هوندو آهي، پر ’دودي‘ ۽ دل جي رشتي ۾ هڪ الجهن آهي، تہ انهن ٻنهي ۾ عاشق ۽ معشوق ڪير آهي. هڪ زبردست مونجهارو آهي تہ ’دودي‘ کي عاشق چئون يا معشوق ۽ دل کي ڇا چئون. انهي دل کي ڇا چئون جنهن ۾ انبن جي ٻور جهڙو هڳاءُ آهي، جنهن ۾ سنڌ جي انهي حصي جي جواني جوان آهي، جتي عشق انبن جي ٻور جيان پڇي ٿو ۽ ’دودو‘ پنهنجي بيقرار جيون کي جهولي جيان ڦهلائي جهٽڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، پر انهي کان اڳي زماني جي هوا،

هوڏ ۾ اچي سڀ ڪجهہ اڏائي تي وجي ۽ جواني اجا ڪپڙا پائي، هٿن تي زور جي مينڌي سجائڻ جي ڪوشش تي ڪري، پر مينڌي جا چٽ لڙڪن اڳيان هارائي تا ويهن، ۽ اهو سڀ ڪجهہ ڍهي تو وجي جيڪو هڪ انقلابي لاءِ آڪسيجن هو، هڪ 'دودي' جي دل جي جواني هئي، هڪ عاشق لاءِ عشق جو قبلو هئي، هڪ ڪافر جو ڪفر هئي ۽ ديواني جي ديوانگي هئي. انهي 'دودي' جي ديوانگي جيل جي سلاخن پويان ڳل تي هٿ رکي ڳائي رهيو آهي ۽ قيدين جي چاڪ چڪائي رهيو آهي.

وجو ڪنوبليو، وجو!
وجي پربڻ ۽ کي چئو،
رڙهي رڙهي وڙهان پيو،
وڙهي وڙهي رڙهان پيو،
ڪڏهن اُڦٽ مران تہ پو،
ہہ چار لڙڪ هارجو،
ڪڏهن ڪڏهن تہ سارجو،
تہ ڪير ماڳ ۾ مئو!
تہ ڪير سچ ۾ سڀتو!
وجو ڪنوبليو وجو،
وجي پربڻ ۽ کي چئو،

**اجان پيو جيئان، اجان تہ پيو جيئان.**

ڪهڙي خبر، جڏهن لاڙ جون مالهڻ هوائون پنهنجي مالهاڻ ۾ اهڙا گيت پوئي انبن جي ٻور سان مهڪيل اڱڻ تائين پهچنديون هونديون، تڏهن چاندني جهڙن سفيد ڪپڙن ۾ ويڙهيل دل ڪيترن آواره لڙڪن کي پنهنجي دامن ۾ پناهہ ڏيڻ ۾ ناڪام ٿيندي هوندي ۽ اندر مان نڪرندڙ گرم آهون، انهن خمار آلود هوائن کي ڪهڙا نياپا ڏينديون هونديون، ڪهڙي خبر اهو داستان تہ فقط 'دودي' ۽ دل جي وچ جو سفر آهي ۽ انهي جو احساس يا تہ 'دودي' کي هوندو يا دِل کي هوندو. پاڻ تہ فقط لطيف جي انهي سِٽ جا گهايل آهيون:

مونکي ماڻا مجاز، پڇاري جيئن پڇيو.

’دودي‘ جي عشق جو الميو، دلبر ۽ ديس جي دردن جي واردات آهي، جيڪا هن شرم ڀوڻڙي جهڙي ماڻهوءَ کي دنيا جي اجهاڳ ۽ بي پرواهہ ماڻهن جي غبار آلود هجوم ۾ اڪيلو روئندي ۽ ڳالهائيندي ڇڏي ٿي ۽ تاريخ بي حس تماشائي وانگر وقت جي درياءَ مان سرمد سنت ۽ منصوري مسلڪ جي اڪيلي مسافر کي پنهنجو ٻنهي مسجودن (سنڌ ۽ سڄڻ) جي اڳيان سجده ريزي ڪندي ڇريو سمجهي ٿي ۽ درازن جي ڌوڙ مان ڀيوت ٿي اٿندڙ سموري سنڌ کي لوڏي ٿو ڇڏي.

منصور هو يا سرمد هو يا شمس الحق تبريزي هو،
تيري گلي مين اي دلبر، هر ايڪ کا سر نيلام هئا.

تاريخ جي حساس ۽ دلير ماڻهن سان ناانصافي اها ٿي آهي، جو وقت انهن کي نہ سمجهڻ جي عالمگيري رسم دهرائيندو آهي ۽ اهي ٿي عشق جي حضور ۾ سر ٽيڪيندڙ ماڻهو اجنبي ٿيڻ سان گڏ ماضيءَ جو نہ ڇٽندڙ ۽ سدا چمڪندڙ گهاءُ بڻجي ويا، پوءِ حال اهو ٿيو جيڪو اڄ سنڌ جو آهي. خلوص ۽ سچائي جا دعويدار ڪردار چند چمڪندڙ سڪن سان گڏ ڦرندا رهيا ۽ ويساهہ جا پکي سائيبيريا جي پکين سان گڏ نہ ڄاڻ ڪهڙي ديس ڏانهن اڏامي ويا ۽ سنڌ فقط سندن راهون تڪيندي رهجي وئي. حقيقت اها بہ آهي تہ سنڌ سدائين ڪردارن جي قحط ۾ رهي آهي، ڇوڻ ۾ تہ گهڻئي ڇٽيا پر واڻڪو ليکو ڪبو تہ دعوائون هڪڙي هٿ جي آڱرين ۾ الجهي پونديون. شخصيت پرستي، قنوطيت پسندي، ناسمجهي ۽ بي انتظامي جهڙا رويا سنڌ جي قومپرست پارٽين کي اڏوهي وانگر کائيندا رهيا، ۽ آخر ۾ حال اهو ٿيو جو قومپرست سياست نيرو جي بانسري جهڙي ٿي پئي جنهن مان فقط سنڌ جي تباهي جا سر ۽ آلاپ ٻڌجڻ ۾ آيا، جيڪي اڄ سوڌو پنهنجو تسلسل برقرار رکيو اچن. حقيقت ۾ منهنجو هي مهاڳ لکڻ جو مقصد سنڌ جي قوم پرست سياست جو تجزيو ڪرڻ ڪونهي پر فقط اها آرسي ڏيکارڻ آهي، جيڪا ’دودي‘ جي دل جهڙي صاف آهي، ’دودي‘ جي دلبر جهڙي نازڪ آهي، ۽ دودي جي

ديس جهڙي بي حس ۽ نابين آهي، جنهن ۾ اڄ ڏينهن تائين شايد ’دودو‘ خود کي به نه ڏسي سگهيو هوندو. ڇو ته ’دودو‘ خود هڪ آرسي آهي جيڪا ڏسندڙن کي پنهنجي اصل شڪل ڏيکاري سگهي ٿي ۽ اڄ ڏينهن تائين پٿرن جي ديس مان خود کي بچائي اچڻ جو داد ٿي وٺي سگهي ٿي، جيڪڏهن ڪو ڏي.

قومي تحريڪ کي پنهنجي چٺن انچن جي ڪيسي جون خرچيون، خوشيون ۽ خواهشون ڏيندڙ ’دودو‘ سنڌ جي گاڊ فادر يعني سنڌي جي عاشق جو عاشق رهيو آهي ۽ سن جي مهڪ کي سنڌ جي اڱڻ اڱڻ تائين ڦهلائيندو رهيو آهي. چاچي صالح مهيري جي ڪڪائين گهر ۾ اکيون کوليندڙ ’دودو‘، بجاري شريف جي کيتن ۽ واڙين کان وٺي ترقي پسند هائوس جي ڦرٽي ڪرسي تائين زندگي جي سمنڊ مان ايڪيتاليهه سال اُڪاري چڪو آهي ۽ جنهن مان يارنهن سال جيل جي قيدين ۽ سلاخن سان ياري نڀائيندي گذري اٿس. پنهنجي آزادي جي منزل کي پهرين عشق جي پهرين خواب وانگر نيڻن جي نيري رومال ۾ ويڙهي رکيو اٿس، جنهن کي ٿي سگهي ٿو ته ڪنهن جي هٿ، گلابي چپن جي چمين وانگر ڇهي آيا هجن ۽ هُن نيڻ پوٽي سنڀالڻ جي ڪوشش ڪئي هجي.

’دودو‘ قومي تحريڪ جي قافلي ۾ شامل هئڻ سان گڏ پنهنجي ذات ۾ هڪ قافلو رهيو آهي جنهن جو سونهون ڳوليندي ڳوليندي ’دودو‘ خود دلبر، دار ۽ ديس جي اڳيان اچي بيهي رهيو ۽ سامهون مير حسن آريسر جون سِٽون ڦاسي جي جهولي وانگر جهوليندڙيون رهيون ۽ ارمان ڏينديون رهيون.

**قافلو پنهنجي عشق جو، هو سونهون ۽ اڳيان،**
**دار يا منزل ڪان اڳ هن دؤر جي دلدل هئي.**

ٿي عشق ڪندڙ ۽ پنجن فوٽن جي قد کي مشڪل سان پهچندڙ هي ماٺهو وقت جي بندشن اڳيان ظلم ۽ ستم کي للڪاريندو رهيو، ۽ پنهنجي اندر ۾ پهچندڙ کوري کي کوليندو رهيو پر اهوئي پنهنجي پٽن ٽي ٽيهن ڪوڙن جا سچ اپاريندڙ ’دودو‘ پنهنجي محبوبن اڳيان ڪڏهن به لفظن

جو دامن نہ جهلي سگهيو، ۽ نوڙهي ڦاٽڪ تي پنهنجي اڏرڻ يارن جي رت هاڻي راند ڏسي مچ جيل تائين پهتو ۽ آزادي کان پوءِ ڀرپور پيرو عشق جو اظهار ڪري سگهيو ۽ پنهنجي شرميلي هجڻ واري عام رايي کي فيض جي هيئين شعرن سان Justify ڪندو رهيو.

کهنے کو ان کو گئے تهے ، فيض جان صدقہ کيئے!
ان کهي وه ره گئي بات سب باتون کے بعد.

'دودو' انقلابي آهي، 'دودو' باغي آهي، 'دودو' عاشق آهي. قومون پنهنجي انقلابين، باغين ۽ عاشقن کي تاريخ جي منديءَ ۾ هيرن جيان مڙهي رکنديون آهن، انهن جي قربانين جو احساس قومن جي وجود جي علامت ۽ زنده دلي جو دليل هوندو آهي. دودي جهڙا باغي ايندڙ نسل لاءِ اتهاس جا فخريہ باب هوندا آهن، جن جو ذڪر اتهن کي پنهنجي شاندار ماضي جو احساس ڏياريندو آهي. ستم ظريفي اها بہ آهي تہ اسان وٽ ماڻهن کي ماپڻ لاءِ ميزان ڪونهي. ننڍڙيون ۽ حقير غلطين جي ڪري اسان انهن جي سموري زندگي جي ڪمائي کي ڪارو ڪري ڇڏيندا آهيون، ۽ اسان جي تجزين ۾ ڪو توازن نہ هوندو آهي. انهي ڪري ڪيترائي ڪردار اسانجي بيجا تنقيد ۽ تعريف جي اڏيءَ تي انصاف لاءِ ڦٿڪي ڦٿڪي پلاڻي ويا. حياتي ۾ انهن کي (Homage) نہ ڏيڻ اسان جي سڀ کان وڏي ڪنجوسي آهي باقي مرڻ کان پوءِ مرده پرستي ۾ واقعي پنهنجو ڪو ثاني ڪونهي.

بهرحال 'دودي' جهڙا دراوڙي ماڻهو جن کي پنهنجي ڌرتي جي انگ انگ سان انس آهي، سي ايئن ئي جاويد رهندا، جيئن دنيا جا ٻيا انقلابي پنهنجي ڌرتي جي چپي چپي تي جيئرا آهن. ڇا اسپين جي ماٽرين تي زيتون جيءَ ٿارين تي ٻوليندڙ پکين جي ٻولين ۾ لورڪا جا ماڻهو رالف فاڪس کي نہ ڳوليندا هوندا؟ ڇا سيئن ندي جي ڪناري تي پئرس جون روشنين سان جڳمڳائيندڙ ۽ خوشبوئن ۾ وهنتل گهٽيون گبريل پيري جي ذڪر سان اداس نہ ٿينديون هونديون. ڇا بوليويا جي جهنگلن مان آندل انقلابي جي لاش کي هوانا جي گهٽين ۾ انهي چري انقلابي چي گويرا جي

تصويرن سان چاپيل ٽي شرٽن وارا نوجوان ”چي وايا چي“ چوندي ۽ اکين جو آب هاريندي تڪجن ٿا. چا پراگ جون پهاڙيون ۽ انهن پهاڙين تي ڊوڙندڙ نارين جي چپن جون بهارون جيولس فيوچڪ جهڙين چمين جا گلاب نہ ٽيڙينديون هونديون. چا گني بسائو جي آئوري ڪوسٽ جي اداس ساحلن تي هاٿن جا عاج ڪٽي ڪارا ايمل ڪئبرال کي وساري سگهيا آهن. يا انگولا جي ساحلن سان ٽڪرائجندڙ چولين ۾ پورچوگيزين کي للڪاريندي رانبوٽ هولڊن جون رڙيون ڪنهن نہ ٻڌيون آهن. انقلابي ۽ عاشق پنهنجي ڌرتي جا سچ هوندا آهن، جن جي چوڌاري ماڻهو سورج مکيءَ جيان ڦرندا رهندا آهن. دودو بہ پنهنجي محبوب ديس جي ماڻهن کي اڄ ڪان سؤ سال پوءِ ائين ياد ايندو، جيئن اڄ سنڌ کي سائين ’جي ايم سيد‘ جو ڪجهہ سالن جوَ فراق ماري رهيو آهي. سائين سان اسان حياتي ۾ انصاف نہ ڪري وڏو ٿهر ڪيو ۽ اڄ اسان سائين جي عاشقن سان انصاف نہ ڪري وڏي زيادتي ڪري رهيا آهيون. دودو سنڌ جي انهن چند عاشقن منجهان هڪ آهي، جنهن پنهنجي جواني سنڌ جي سينڌ ۾ سنڌوءَ جيان سينگاري ڇڏي آهي، جنهن پنهنجي دل جي دلبرن جون مڙيئي دلبريون ۽ دلڪشيون سنڌ تان گهوري ڇڏيون. جنهن سنڌ ڪارڻ جيل جي سلاخن پويان اهو ماڻهو وڃايو، جنهن لاءِ ’دودو‘ اڄ بہ ٽريَ پولي جو هينيون شعر ٻڌيَ ٻڌيو وڃي:

**ساجن هوُن ٿاري ٽڪي، وسان سُمهَلي واس،**
**ڪم ڪران گهر آپري، مارو جيوڙو، تماري پاس.**

(يار! آئون ٽڪل ٿي سهي پوءِ بہ تنهنجي سامهون رهان ٿي ۽ پنهنجي گهر ۾ ڪم ڪار ڪندي، منهنجي دل تو وٽ آهي).

عشق انقلابي جو سڀ کان وڏو هٿيار آهي، جنگ تي وڃڻ کان اڳ ۾ گلن جي سرخ جهنڊن تي کهاڙيءَ جيئن ڪرندڙ چمي هجي يا بريو هارٽ فلم جي هيرو جي هٿ ۾ محبوبا جو گفٽ ڪيل نيرو رومال ٻڌل هجي، اهي سڀ انقلابي جا هٿيار آهن، عشق جا اتساهہ آهن، محبوب جون مياروں آهن، جيڪي هن کي ڪڏهن بہ ٿڪجڻ نٿيون ڏين ۽ هو

مسلسل وڙهندو رهي ٿو. جيل ڪاٽي ۽ جواني ڏيندو رهي ٿو. ’دودو‘، مونکي بريو هارٽ (Braveheart) فلم جي انهي اسڪاٽ لينڊ جي آزادي لاءِ وڙهندڙ هيرو جيان لڳندو آهي، جيڪو گلوٽيڊ تي ڪٽجندڙ سر کي سؤ دفعا سوچي سنڌ ڏانهن وڌيو هجي ۽ وڌندو رهيو هجي. سنڌ سان عشق جي شدت يار جي ٻانهن جي گلابي هار کان ڇڪي دار جي رسي تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪندي آئي آهي، پر ’دودو‘ سدائين دل ۾ حسرتن کي اڄار ويس پارائي نااميدين ۽ نامرادين سان لاڱون ڏياريندو رهيو آهي ۽ يار جي غم کي (Celebrate) ڪندو رهيو آهي ۽ مظهر لغاري جي سٽن کي معنيٰ بخشيندو آيو آهي.

پرينءَ ڇپن کي ڇنئي ڇڏ، متان سڏين مونکي،
رڳو مڙيي ٻه ڏئوسين، تہ ٻہ مات ٿي ويندي.

نہ مڙڻ کان وٺي يار جي نہ مڙڻ تائين ارادن الميہ ۾ اتڪيل ’دودو‘ سنڌ ۾ ڪردارن جي قحط واري دور ۾ سانوڻ جو وسڪارو آهي، جيڪو بي اعتمادي ۽ غير يقيني جي رڃ ۾ انهي چشمي جيان آهي، جيڪو خود اڃارو آهي، جنهن جي ديد ۾ ڪيترين ئي اڃارين هرڻين ڪنهن پيار جي هرڻي ڪارڻ ٻڪنديون رهيون آهن، پر شايد ئي ڪو سمجهي سگهيو هجي. ڇو تہ اسان سدائين سمجهائڻ جو نيڪو ڪنيو آهي، پر ٻئي ڪنهن کي سمجهڻ جي غلطي ايتري ڪئي آهي، جيتري ’دودي‘ کي نہ سمجهي ڪئي آهي.

’دودو‘ سياستدان گهٽ عاشق وڌيڪ آهي، هُن جي سياست ڏانهن اپروچ (Scientific) گهٽ پر (Romantic) وڌيڪ هوندي آهي. شايد انهي ڪري هو نظرانداز ٿيندو آيو آهي، انهيءَ ۾ قصور’دودي‘ جو ڪونهي پر سنڌ جي مٽي جو آهي، جيڪا سائنسدان کي بہ عاشق ڪريو ٿي وجهي. هو گيڙو الفيون پائي درازن جي دربار ۾ ”حق موجود“ چوندي ۽ ”جنهن دل پيتا عشق دا جام، سا دل مستو مست ملام“ تي جهمريون هڻندي ڏٺو وڃي ٿو ۽ اهائي سنڌ جي رومانويت ۽ ڪلاسيڪيت آهي، جيڪا ڪنهن بہ ٻناڪي سياستدان جي ڪيڏي مهل بہ ڪل تيڙي

سگهي ٿي ۽ هو عقل جو اوور ڪوٽ لاهي عشق جو جُبو پائي ٿو.

’دودو‘ سنڌي آهي، پر لاڙي سنڌي آهي، جنهن جي ڳالهائڻ ۾ مِر ڪان شيخڻ جي شاعري جهڙو چس آهي، جنهن جي اکين ۾ ڍنڍ جي پاڻي ۾ ٻوڙندڙ موراکين ۽ سينگارپ جهڙا سپنا آهن، جنهن جي دل ۾ روپا ماڙي تي لهندڙ شام جهڙي اداس آهي، جنهن جي ڇپن تي عربي سمنڊ جي ساحلن تي نچندڙ سيگل جهڙي مرڪ آهي، جنهن جي ڳائڻ ۾ سانوڻ فقير جي نڙ جهڙو درد آهي، ڇو ته هو ’دودو‘ آهي ۽ هُن حاجي احمد ملاح جي لاڙ کي پنهنجي اندر ۾ ٽُڪ جي رلي جيان وڇائي رکيو آهي ۽ پاڻ سدائين عشق جي ڇڇ ۾ چانور جيان ڇڙبو رهيو آهي، شايد حسن درس اهو شعر دودي لاءِ ئي لکيو هجي.

اسان کي لاڙ سان آلئون، اوهان کي پيو پلا چا چئون،
اسان کي عشق چانور جيئن، چنڊي ڦوڪي ڇڙي ٿو پيو.

منهنجون هي سِٽون يقيناً ’دودي‘ سان، انصاف ڪري نه سگهنديون، ڇو ته دودي سان انصاف تڏهن ٿيندو جڏهن اسان هن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون ۽ هن کي دل، دار ۽ ديس واري ٽڪنڊي جي وچ ۾ ڳولڻ جي ڪوشش ڪريون ته اهوئي ’دودي‘ سان انصاف ٿيندو. ڇو ته هو عاشق آهي، ۽ عاشقن سان سڀ کان وڏي ناانصافي (Neglection) آهي، جيڪا اسان اڄ تائين ڪندا آيا آهيون. منهنجون هي سِٽون هن جي ڪتاب جي مهاڳ طور نه پر ’دودي‘ جي عاشق هجڻ واري دليل جي مهاڳ طور سمجهيون وڃن ته بهتر ٿيندو. ڇو ته ’دودو‘ سراپا عشق آهي ۽ هي ڪتاب انهي عشق جي داستان مان ڇئن سالن جي عرصي ۾ جيل جي سلاخن پويان گذاريل ٻن اکين ۽ هڪ دل جي يادگيرين جي ڪهاڻي آهي، جيڪا توهان پاڻ پڙهندؤ ۽ انصاف ڪندؤ. باقي آئون ’دودي‘ کي توهان جي سياسي بازار جي دونهين مان ٻاهر ڇڪي وڃڻ جي ڪوشش ڪندس، ۽ انهي پار نيندس جتان عشق اتر جي واءُ سان انبن جي ٻور جو هڳاءُ کڻي موٽي ٿو ۽ ’دودو‘ ساري سنڌ کي پرين جو پاڇو سمجهي چمڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. ۽ آئون انهي

سنڌ سان مخاطب ٿي ’دودي‘ جي اڻچيل شڪايتن کي آشڪار ٿو ڪيان ۽ سنڌ پوڙهين جهانوريل اکين کي ڇنب ڏيئي غور سان ٻڌڻ لڳي ٿي.

سوخيم، و سوزش ما برکس ظاهر نہ شد،
چون چراغان، شب مهتاب بي جا سوختيم.

(سڙيا سون، مگر اسان جو سڙڻ ڪنهن تي بہ ظاهر ڪونہ ٿيو، چانڊوڪي رات جي ڏيئن وانگر اجايا پئي سڙيا سون)

سردار شاهہ

15- ڊسمبر 1992ع جيَ ڏينهن پياري دوست عنايت ٽيٻي جي پاءُ جي فاتح خواني لاءِ ڳوٺ جرار ٽيٻو وڃڻ لاءِ هڪل سان حاضر ٿيندڙ بزرگ دوست شريف بوزدار کي گاڏيءَ سميت گهرايم. تقريباً ٻارنهين وڳي جرار ٽيٻو ڏانهن روانا ٿياسون، ڪجهہ وقت ڊاڪٽر سليم ٽيٻي جي اسپتال تي ترسڻ کان پوءِ جرار ٽيٻي پهچي، عنايت جي ڀائرن سان فاتح خواني ڪئي سون. ڳوٺ ۾ ماني، چانهہ وغيره کان پوءِ انهن کان موڪلائي چمبڙ روانا ٿياسون.

حيدرآباد مان نڪرندي پنهنجي دوست شريف بوزدار کي چوندو هليس تہ، "يار موسم ڏاڍي خراب ٿي ويئي آهي، منهنجي لاءِ ڌرتي تپي ٽامڻي ٿي ويئي آهي، ڳوٺ (بجاري شريف) ۾ سخت ڇاپو لڳو آهي، حيدرآباد ضلع جي انتظاميہ اسان جي سياسي چرپر، روز روز جي جلسن ۽ جلوسن کان تنگ اچي، منهنجي پٺيان هٿ ڌوئي ڪاهي پيئي آهي، رياستي فورسز جا ڪارندا پٺيان لڳا پيا آهن، يار هاڻ مون کي خير نظر نٿو اچي." پاڻ وراڻي ڏيندي چيائين تہ، "اهڙي ڪا ڳالهہ ڪانهي، توتي ڪوبہ ڪيس ڪڙو ڪونهي جو توکي گرفتار ڪن." پر منهنجي اندر لاءِ اها آٿت ڪافي نہ هئي، آئون ذهني طرح سمجهي چڪو هوس ۽ ان لاءِ جهڙوڪر ذهني طرح تياري بہ ڪري چڪو هوس تہ هاڻ امتحان وري مٿي تي آهي. پوءِ بہ سندس اهو ضد رهيو تہ توتي ڪوبہ ڪيس ڪونهي، توکي ڇا ڪندا؟ تون گهمندو ڦر، مڙيئي خير آهي.

سندس اهو ڏڍ معلومات جي بنياد تي هوندو هو. سندس ڪجهہ وقت کان هڪ ايجنسي جي انسپيڪٽر ليول جي ماڻهوءَ سان رابطو هوندو هو، سندس صبح شام اٿڻ ويهڻ ان سان ٿيندو هو. اصل هر پروگرام کان ڪيس باخبر رکندو هو، اڄ بہ پڪ حاضري ڀري مون

وٺ آيو هوندو. اهو سڀ ڪجهہ معلوم هوندي بہ مون خيال نہ ڪيو، باقي اهو اُلڪو دل ۾ رهندو هو تہ ڪٿي نہ ڪٿي جهٽجي ويندس.

جرار ٽيبي کان هلندي اهو فيصلو نہ ڪري سگهيس تہ چمبڙ وڃان يا نہ وڃان؟ ڇو تہ ان ڏينهن مون کي ٽنڊي محمد خان پهچڻو هو، جتي فوزيہ سومرو سان سندس قتل ٿي ويل پيءُ جي عذرخواهي ڪرڻي هئي، ۽ ان سان گڏ فوزيہ سومرو سان سندس پيءُ جي قتل جي الزام ۾ ملوث اشرف نوناري (جيڪو اسان جي سڄڻن ۽ دوستن نوناري برادران جو ڀاءُ هو) اسان کي ان جو لاچار هو، گهٽ ۾ گهٽ پير پري وڃڻا هئا. ان جي باري ۾ منٿ ميڙ ڪرڻي هئي، فوزيہ کي سونهن ساک جو واسطو ڏيڻو هو. پر چوندا آهن تہ جيڪي نصيب ۾ لکيو هوندو آهي، ان جو ٽرڻ مشڪل ٿي پوندو آهي. ان ڪري دل بہ سٽ ڪاڏي ٿي تہ انهن غريبن کان ٿيندو وڃان، جيڪي غلام حسين کوکر جي ذاتي جيل مان سالن جا سال ذلت ۽ غلامي جي زندگي ڀوڳڻ کان پوءِ سگهارن ادارن جي ڇاپي هيٺ ڪين ظاهر ڪري پريس اڳيان آندو ويو هو، پر وري بہ اهو معاملو سياسي سپورٽ نہ هئڻ سبب آهستي آهستي دٻجي رهيو هو.

تاريخ ۾ پهريون ڀيرو اسٽيبلشمنٽ پنهنجي روايتي اتحادي جاگيردار جي اصل شڪل کي اگهاڙو ڪري پريس ۽ عوام اڳيان ظاهر ڪيو تہ، جاگيرداري ڪيڏي نہ خطرناڪ شيءِ آهي، جنهن ۾ هن مهذب سڌرندڙ دور ۾ بہ اهڙين ڀيو ٿئي. اها شايد انهن کان غلطي ٿي ويئي هجي. تڏهن تہ پوءِ هنن بہ ان معاملي تي سردمهريءَ جو رويو ڏيکارڻ شروع ڪيو.

هي اهو وقت هو جڏهن نواز شريف انصاف پسند ٿي، سنڌ ۾ ٿيندڙ لڄالت جي واقعن ۾ انصاف مهيا ڪرڻ لاءِ گهر گهر وڃي رهيو هو.

جڏهن هي ڪوٽن جا قيدي پريس اڳيان آيا تہ نواز شريف جي هيڏانهنَ بہ تياري هئي، پر پوءِ سندس صلاحڪارن ڪيس سمجهايو تہ انفرادي لڇالت جي واقعن ۾ انصاف جدا شيءِ آهي، پر هيءَ اڪيلي غلام حسين ڪوڪر جو مسئلو نہ آهي، هي سنڌ جي روايتي جاگيرداريءَ جو مسئلو-آهي. هن واقعي ۾ سرڪار پهل ڪري هڪ تي بہ وار ڪيو تہ پوءِ ٻين جا بہ ڪوٽ قلعا ۽ پرم ٽٽي پوندا. حڪمرانن جي ٽيڪ تي بيٺل جاگيرداريءَ جي خلاف سنڌ ۾ وڏو طوفان ڪڙو ٿي پوندو، جيڪو حڪمرانن لاءِ وڏو نقصانڪار ثابت ٿيندو ۽ سنڌ جي مظلوم ماڻهن لاءِ وڏي انقلاب جو سبب ٿي پوندو، ۽ پوءِ نواز شريف جو انصاف اچي ڪوڪر شاخ تي ويهي رهيو.

هن واقعي ۾ سنڌ جي سياستدانن جو رويو انتهائي حد تائين افسوسناڪ ۽ ماٺ وارو رهيو، ڪير بہ هلي نہ آيو ۽ ڪنهن بہ اچي ڪوٽن جي قيدين جي حالت نہ ڏٺي!! ويتر هو ان ۾ غلام حسين ڪوڪر جا طرفدار ٿي ويهي رهيا. جڏهن سڄي سنڌ ۾ هيڏي وڏي واقعي تي عجب جهڙي صورتحال هڪ طرف، پر هو چون تہ غلام حسين ڪوڪر ۽ حيدرآباد جي G.O.C جي ڪنهن پلاٽ تان اڻ بڻت ٿي پيئي آهي، تنهن ڪري سڄو اهو چڪر آهي، جنهن ڪري ڇاپو لڳو آهي. اهو هو سندن پڄڻ جو اصل جواز.

هن ملڪ جي تاريخ شاهد آهي تہ هتي جي ”جاگيردارن“، ”خانن“، ”وڏيرن“ ۽ ”چوڌرين“ جو فوج اڳيان ڪهڙو ڪردار رهيو آهي؟ هن روايتي ڪردار ۾ سنڌ جو وڏيرو اڃا بہ ٻہ قدم اڳيرو رهيو آهي، جيڪي هنن فوج جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ جتن ڪيا آهن ۽ انسان جي وقار جون حدون اورانگهي، نيچپڻي جو مظاهرو ڪري، هر حال ۾ ڪين راضي ڪيو آهي. ان جو سنڌ جي هر سڄاڻ سياسي ڪارڪن کي

پتو آهي ته انهيءَ طبقي جو ڪهڙو ڪردار رهيو آهي ۽ سندس تاريخي حيثيت ۾ ڪردار ڪهڙو وڃي ٿي ٿو. ان ڪان چڱي طرح واقف هوندي به هن مسڪينن جي معاملي ۾ ٿيڻ ڪان پاسو ڪري، لنوائي ويا. سنڌ جو هڪ بزرگ سياسي اڳواڻ اسان سان سياسي خيالن جي ڏي وٺ ڪندي چوندو هو ته، "خدا جو شڪر جو أيوب خان کي پٺاڻن واري عادت ڪانه هئي، نه ته سنڌ جا وڏيرا اهو ڏنڊو به ڪرائڻ لاءِ تيار ٿي وڃن ها." ان طبقي جو ماڻهو ٿي فوجي آپريشن دوران جواب ڏي ٿو ته G-O-L ...... خير سنڌ جي انهيءَ رويي تي گهڻو لکڻ کان پاسو ڪندي، اچان ٿو غلام حسين جي هٿان مصيبتن ۾ ماريل مسڪينن جي حال تي. جڏهن اهو قصو چڙي پيو ۽ ڪوٽن اندر بندوق جي زور تي لڪايل هيڏو ظلم ۽ ستم ظاهر ٿي پيو، ته ان وقت آئون ۽ منهنجا ساٿي هن واقعي تي ڪجهه ڏينهن صرف روايتي اخباري بيان کان سواءِ پيو ڪجهه به نه ڪري سگهيا هئاسون. جيئن ته آئون تنڊي الهيار مان انهيءَ ساڳي تڪ تان اليڪشن لڙي چڪو هوس ۽ ماڻهن جون مون ۾ وڏيون اميدون هيون. سڄي تڪ جي عوام جون نگاهون مون ڏانهن هيون ته ڊاڪٽر دودو هن واقعي ۾ ڇا ٿو ڪري ۽ اتان ميارون نياپا پئي آيا. ان ڪري آئون به سندرو ٻڌي ميدان تي لهڻ لاءِ تياري ورتم. جڏهن اهو سوچي رهيو هوس، تڏهن منهنجي ذهن تي اهي اکر تري آيا، جيڪي غلام حسين ڪوکر جي پٽ خير محمد ڪوکر کي اليڪشن دوران چيا هئم. ٿيو هيئن جو اليڪشن دوران آئون ڪجهه دوستن کي وٺي، سندن ڪوٽ تي ڪانئن کان اليڪشن ۾ مدد وٺڻ لاءِ ملڻ ويس، جتي مون سان حاجي خير محمد ۽ سندس پائر مليا، اليڪشن ۾ مدد وٺڻ لاءِ سڏو چياٺون ته، "جيئن ته اسان جو واسطو پ پ سان آهي، تنهن ڪري تنهنجي وڏي مدد ته ڪري ڪونه سگهنداسون، البت ٿوري ٿيڪ

ڏينداسون.“ ۽ پوءِ ٻين مسئلن تي وڏو بحث ٿيو، جنهن کي هتي ڏيگهه کان بچڻ لاءِ لکڻ مناسب نٿو سمجهان. بهرحال اليڪشن جو ڏينهن آيو ۽ آئون ان ڏينهن چمبڙ واري پاسي اليڪشن جي نگراني ڪندو رهيس، اتان ڦرندو گهرندو شام جو جيئن ئي ڪوڪر ڪوٽ جي اليڪشن بوٿ تي پهتس ته چا ڏسان ته، حاجي خير محمد ڪوڪر ووٽن جو نتيجو هٿ ۾ جهليو بيٺو آهي، پر ۾ سندس پاٽر ۽ پائيٽيا بيٺا هجن، نتيجي ۾ مون کي ڏهه ووٽ ۽ منهنجي مخالف کي ست سؤ ووٽ. اهو لڪاءُ ڏسي مون کان به رهيو نه ٿيو، خير محمد کي چيم ته، ”حاجي صاحب! جيڪي توهان ڪيو آهي، اهو سٺو نه ڪيو آهي. هن واري اهو توهان کي ڦٻيو، پيو دفعو جڏهن به اليڪشن ٿي، تڏهن توهان کي ڪوٽ جي ڏيڏي اڳيان دفن نه ڪريان ته پوءِ ڏهيو. وقت جو انتظار ڪجو پاڻ ورڻي ملنداسون. گهٽو پري چا اهو وقت 1993ع ۾ اچي ويندو ۽ اوهان کي هن ڌانڌلي، ڌپاگيري ۽ ارهه زوراٽي جو حساب ڏيٺو پوندو.“ ان تي سندس هڪ پائيٽي چيو ته ”چاچا! اسان ووٽ توهان کي ڏنا آهن،“ مون کي ان تي وڏو ذهني صدمو پهتو. اهو ڏک سهندي جيئن ئي يونين ڪائونسل ڪوڪر جو واءُ سواءُ ورتم ته پتو پيو ته حاجي خير محمد ڪوڪر مون سان صرف پنهنجي ڪوٽ تي اها جٽ نه ڪئي هئي، پر سڄي يونين ڪائونسل ۾ ڪاهي پيو هو. اصل جيڪي به سندس وس ۾ هئس اهو ڪري وڃي چڙهيو هو. اهو سڄو منظر منهنجي اکين اڳيان هو، اهو سوچيم پئي ته اچا 1993ع ۾ ڪجهه ڏينهن پيا آهن ته اها گهڙي به اچي وئي، جنهن جو اندازو لڳائي ڪيس مقابلي لاءِ چيو هئم. پوءِ مقابلي لاءِ تيارين ۾ لڳي ويس، هڪ زوردار پريس ڪانفرنس ڪري 19- ڊسمبر 1992ع تي ٽنڊوالهيار شهر ۾ ڊسڪو هوٽل اڳيان احتجاجي مظاهري جو اعلان ڪيم. ٻئي طرف حفيظ قريشيءَ سان ملي مسئلي کي انساني بنيادن تي

ڪڻ لاءِ سوچيم، اجان بہ وڌيڪ هن مسئلي کي وسعت ڏيڻ لاءِ گهڻ رخي جدوجهد تي غور ويچار ڪيو ويو.

حفيظ قريشي ۽ سندس پيڻ فهميده قريشي ۽ ننڍن پائرن جهڙو دوست عمران لغاري ڪلهي تي وڊيو ڪئميرا کڻي وڃي ڪوٽ تي ڪڙڪيا، جتي تعارف ڪرائيندي چيائون تہ اسان صحافي آهيون، بيگار جي قيدين سان ملڻ آيا آهيون. ڊيوٽي بيٺل سپاهين بہ معاملي کي نہ سمجهيو، جن انهن کي اندر وڃڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي. هو اندر وڃي مصيبت ۾ ورتلن سان مليا، کين سربستو تعارف ڪرائي، آٿت ۽ آسرا ڏيئي ـ ڪئميرا کي تحرڪ ۾ آندو ۽ پوءِ سيني جي روئداد ٽيپ ٿيندي رهي. ورهين جي بيگار جا ماريل، ڪوٺن جي اوٽ ۾ سڙي ڳري ويل، لاشن جهڙن ماڻهن جون زبانون چُرڻ لڳيون. مردن جون دانهون، عورتن جا پار، معصوم نيائين جون ڪيڪون، سيسڙاٽ ڏيارينڊڙ سڏڪا، زمين تي مٿو ٽيڪي توبهہ ڪرڻ، پيرين پوڻ جا منظر، ليڙون ليڙون ٿيل پَڙا، ڦاٽل گوڏيون ۽ تن تي ليڙون ليڙون ڪپڙن ۾ انسان نما جيئرا ڪردار اڄ عوامي عدالت اڳيان پنهنجو ڪيس پاڻ پيش ڪري رهيا هئا.

اسان جيلن ۾ رهيا آهيون، اسان بندن جا قيدي بہ ڏٺا آهن، اسان باريڪن ۾ سٽيل قيدي بہ ڏٺا آهن، جيل جو پيٽ ڏٺو آهي ۽ ڪاڏو بہ آهي. سيني سياستدانن بہ جيل ۾ قيدين کي اکين سان ڏٺو هوندو، هنن کي بہ هلي اچي ڏسن ها تہ خبر پوين ها تہ ڪيئن نہ انسان کي هن مهذب سڏرائيندڙ دور ۾ جانورن کان بہ هيٺ ڪيرايو ويو آهي. جن ڏينهن ۽ راتيون ڪيئن ڪٽيا هوندا؟ کين ڪهڙي تذليل سان هندو، مسلمان گڏي رهايو ويو، حاجت لاءِ جاءِ ڪليل آسمان هيٺ هوندي هئي، وهنجڻ، ڪپڙا ڌوئڻ تہ هنن لاءِ ڪابہ معنيٰ نٿي رکي.

جاگيردار جي روپ ۾ انسان ڪيڏو نہ ڪنور ظالم، وحشي ۽ خطرناڪ ٿئي ٿو، جو سندس ڪمدار انهن سڙيل انسانن جي عصمتن سان کيڏڻ کان بہ گريز نٿو ڪري. مڙس جي ڏوهہ ۾ گهر واري، پٽ جي ڏوهہ ۾ ماءُ ۽ پيءُ جي ڏوهہ ۾ پنجن سالن جي نياڻي ڪوٺن ۾ قيد.

اي سياستدانو! اي انسانن جي حقن جا علمبردارو!! هيڏانهن بہ تہ نهاريو ها، هيڏانهن بہ تہ پير پري اچو ها. ها! هتي واقعي فتاز ڪانہ آهي، هتي نہ تڏا هال، نہ اخبارون ۽ نہ وري صحافي، جو توهان جا انسانيت جا پر مغز ليڪچر هيڏانهن منهن مان نڪتا آهن تہ هوڏانهن سرخيون لڳيو وڃن. هتي ڪي بہ اچي ڏسو ها ۽ سالن جي اٽيي مٽيءَ جي گر ۽ گندگي جي ڏپ ۾ وهنتل انسانن جي پر ۾ پنج منٽ بيهو ها. هتي انسان ۽ انسايت ڪي پٺي ڏيئي ڇو بيهي رهيا آهيو؟ اچي چندڇاڻ تہ ڪريو ها ۽ هڪ ڏينهن سنڌ ضرور توهان ڪان پڇندي، ڇو تہ ڪوٺن جا قلف لهڻ شروع ٿي ويا آهن. برجيون ٻيپ پرم ٽٽڻ شروع ٿي ويا آهن، شيطان نما انسان پنهنجي اصلي شڪل ۾ ظاهر ٿيڻ شروع ٿي ويا آهن ۽ دور بدلجي رهيو آهي.

جڏهن بيگر جي ماريل انسانن جي نڙگهٽن مان رڙين ۽ دانهن جو آواز سپاهين ٻڌو، جڏهن اهو آواز ڪوٺن جي برجين سان ٽڪرجڻ لڳو، جڏهن اهو آواز خدا جي انصاف لاءِ آسمان تي ٻُرڻ لڳو، جڏهن دانهن تي ڌرتي ڏڏڻ لڳي، ڪوٽ ڪنبڻ لڳو، تڏهن سپاهين جي ڊول ۾ وڃي ڳالهہ ويئي تہ معاملو هٿن مان نڪري ويو. جن پڇندي وڃي پنهنجي آفيسرن کي چيو تہ ”ڪي سياسي ماڻهو ڪوٽ اندران فلم پري ويا آهن.“ پوليس آفيسرن جي دماغ ۾ بہ ڳالهہ ککي ويئي، حڪم جي دير هئي گاڏيون اچي ويون، بيگر جا ماريل قيدي گاڏين ۾ سٽجڻ لڳا ۽ کين

اتان ڪٽي.اچي چمبڙ ٽائي جي تحويل ۾ هڪ پرائمري اسڪول ۾ رهايو ويو. هو هاڻ سچ جي تڙڪي تي موٽي آيا هئا، چنڊ جي چانڊاڻ کي ڏسي سگهيا ٿي، جنهن دنيا لاءِ سڪيا پئي تنهن ۾ موٽي آيا هئا. هو ماڻهن جي هجومن جي اڳيان عبرت بنجي ٻاهر آيا هئا. جن بہ ڪين ڏٺو هوندو، ان انسان جي دل ۾ ضرور ڪهڪاءُ ٿيو هوندو. ورهين کان انهن جي دلين ۾ دفن ٿيل سوال جنهن جي اوسيئڙي ۾ الائجي ڪيئن انهن جا ڏينهن ۽ راتيون گذريون هونديون، ڇا انهن انهيءَ خواب لاءِ ذلت سٺي هئي. اهو خواب ۽ اهو سوال هر معصوم نياڻي پيرن تي ڪري، زمين تي توبهہ ڪندي ليلائيندي چيو هو تہ ”خدا جي نالي اسان کي هتان ڪڍو، پيرين ٿا پؤن، هٿ ٿا ٻڌون تہ هتان ڪڍو.“ اها سندن آهہ اگهامجي پوري ٿي ۽ هو سچ جي روشنيءَ ۾ موٽي آيا هئا.

بيگر جي ماريل مسڪينن جي واهر لاءِ چمبڙ ويندو رهندو هوس، حفيظ ۽ فهميدا قريشي بہ وينداا رهندا هئا، انهن جي ساٿتا لاءِ حيدرآباد مان دوائون ڪپڙا کاڌي پيتي جو سامان موڪليندا رهندا هئاسون. اٿين پين وس وارن ۽ رحمدل ماڻهن هن خير جي ڪم ۾ هٿ ونڊايو، ڪن تہ خود اسڪول ۾ اچي پنهنجي هٿن سان امداد ڏني، شهر جي ماڻهن بہ وسان ڪين گهٽايو، ائين هي نڌڻڪا هاڻ ڌڻيڪا ٿي پيا هئا.

فوجي آپريشن دوران سنڌ ۾ بغير اعلان ايمرجنسي لاڳو ٿي چڪي هئي، جيڪا اڃان بہ جاري آهي. فوج جي آمد سبب سياست سنڌ مان جڻ موڪلائي ويئي هئي ۽ سنڌ سڄي سُن ٿي ويئي هئي. ايڏي مانار ڇانئجي ويئي هئي، جو سياست جي ڇوڻ بہ ڪٿان نٿي ٻڌڻ ۾ آئي. سنڌ جي گهڻن سياسي اڳواڻن آپريشن جي مدد ۽ حمايت جو اعلان ڪري ڇڏيو هو ۽ ڪن ويچارن سنڌ ڇڏي ٻيجي وڃي پنهنجا ڪن

ڊڪيا. اهڙي ماحول ۾ هي فقير ميدان تي بيهي رهيو، پنهنجي ساٿين سميت سياست کي جاري رکيو ۽ سنڌ جي هن مانار کي ٽوڙڻ لاءِ اسان سڄي سنڌ جو ٽي مهينا دورو شروع ڪري، سياسي ڪارڪنن مان ڊپ، ويڳاڻپ ۽ وحشت کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جيئن پهرين آڪٽوبر جو ڏينهن آيو ته اسان به ٻين سياسي ڌرين وانگر ڏينهن ملهائڻ جي ڪوشش ڪئي. ان ڏينهن تي سنڌي ٽوٽي مهاجرن جي مختلف گروپن کي ڏينهن ملهائڻ ڏنو ويو. پر ان ڏينهن تي اسان جي طرفان ٿيندڙ قرآن خواني تي پوليس چڙهائي ڪري، اسان جي سڄي قيادت کي گرفتار ڪري ڇڏيو. جن کي آزاد ڪرائڻ لاءِ سخت موقف اختيار ڪندي، دهمان هڪلن کان ڪم وٺي دوستن کي آزاد ڪرايوسين، جيڪا ڳالهه حيدرآباد جي انتظاميه کي نه وڻي. حيدرآباد انتظاميه کي اڃان اهو ڏک نه وسريو هو ته مٿان وري حيدرآباد جي متاثرين پنهنجي مسئلن جي حل لاءِ جدوجهد ڪندي، ڪمشنر جي آفيس اڳيان پاڻ کي ساڙي احتجاج بلند ڪيو. سنڌ جي تاريخ ۾ اهڙي نوعيت جو اهو پهريون انوکو احتجاج هو، جنهن مان نه صرف بيوروڪريسي پر حڪمران به سمجهي ويا ته هاڻ سنڌ ۾ مستقبل ۾ جيڪڏهن اهو رواج هلي پيو ته پوءِ سياست جو رخ ٻيو هوندو، جنهن مان سندن مفادن کي ڪاپاري ڌڪ لڳي سگهي ٿو.

تنهن ڪري ان احتجاج کي جهڙي بيدردي سان روڪيو ويو، بيجا تشدد استعمال ڪيو ويو، اهو اخبارن جي رڪارڊ تي شاهد آهي. هن ظالم ڪارروائي خلاف اسان پريس ڪانفرنس ڪري، سڄي سنڌ ۾ هڙتال جو سڏ ڏنو. هيڏانهن جيئن انتظاميه کي پريس ڪانفرنس جو پتو پيو، تنهن هٽي کين لوڏي ڇڏيو. پوءِ رات وچ ۾ انتظاميا متاثرين جي اڳواڻن سان ڳالهه ٻولهه ڪري، سندن مسئلن جي حل لاءِ يقين ڏهاني

ڪرائي ڪين آزاد ڪيو. جنهن ڪان پوءِ اسان به هڙتال کي واپس ورتو.

اجان اهو مسئلو تڏوئي نه ٿيو هو ته مٿان گهنشام گرفتار ٿي F.I.U جي حوالي ٿي ويو، ان ڪان اڳ عبدالواحد آريسر ۽ الذوالفقار جي نالي هيٺ سوين نوجوان گرفتار ٿي F.I.U جي ٽارچر سيلن ۾ پهچي چڪا هئا. اهڙي وقت اسان گهنشام جي آزادي لاءِ سڄي سنڌ ۾ بک هڙتال جو سڏ ڏنو. سڄي سنڌ وانگي حيدرآباد ۾ - سي هائوس اڳيان بک هڙتال ڪئي ويئي، جنهن ۾ پنهل ساريو، غلام محمد هنجراهه سميت ڪيترائي دوست گرفتار ٿي ويا، جن لاءِ به سرڪار تي دهمان ڪان ڪم وٺندي، ضمانت ڪرائي آزاد ڪرايوسين. مٿان وري 19- ڊسمبر تي بيگر جي ماريلن لاءِ ٿنڊي الهيار شهر ۾ احتجاجي جلسو هئو، جنهن حيدرآباد انتظاميه کي چتو ڪري وڌو. هاڻ ضلعي انتظاميه اسان کي چيپاڻ لاءِ تيار ٿي ويئي، جنهن ۾ اسلم سنجراڻي ۽ سياڳو جتوئي هٿ ڌوئي پٺيان پئجي ويا. بيوروڪريٽس جا قلم جنبش ۾ اچي ويا، مون سميت سنڌ جي بين ڪيترن ئي سياسي اڳواڻن جي گرفتاريءَ لاءِ انعام مقرر ڪيا ويا، جنهن ۾ ڊاڪٽر دودو مهيري، بشير قريشي، حفيظ قريشي اچي ٿي ويا.

ان وقت اسان پليجي صاحب جي قيادت ۾ بهاري روڪيو ڪاميٽي ناهي جدوجهد ڪري رهيا هئاسون. مٿين سڄي روئداد مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته، نه اسان آرام ۾ هئاسون ۽ نه وري حيدرآباد جي انتظاميه ننڊون ڪري ٿي سگهي. سنڌن ڪاوڙ چڙ ۽ غصو ويو ٿي وڌندو، سڄي انتظاميه هاڻ حرڪت ۾ اچي ويئي هئي. ڪمشنر اسلم سنجراڻي ته اهو به پنهنجن دوستن کي چوندي ٻڌو ويو ته دودي سان جيڪي جٽ ڪرائيندس اها دنيا ڏسندي. هاڻ اهي ڳالهيون راز

جون نہ رهيون هيون تہ حيدرآباد انتظاميہ اسان. کي ڪچو ڪاٽڻ لاءِ تڙپي رهي هئي.

هن ڪاوڙ جو ٻيو اهم مکيه سبب هي هو تہ، مهاجر دهشتگردن هٿان ستايل سنڌين طرفان تمام ڏکهي جدوجهد کان پوءِ مرحوم جام صادق علي متاثرين جي مسئلي کي گهربل مدد کان بہ وڌيڪ هٿ جي سخاوت ڪندي حل ڪرڻ جو اعلان ڪيو. مثال طور مسئلن ۾ لکيل هو 120 گز جو پلاٽ، تہ مرحوم ڪيو، 240 گز جو پلاٽ. هڪ لک روپيہ مالي اِمداد، تہ پاڻ ڪيائون ٻہ لک روپيہ. جيئن ئي جام صاحب هن دنيا مان لاڏائو ڪيو تہ سندس هوندي پلاٽن تي هڪ ڪروڙ روپيہ خرچ ٿي چڪو هو، پاڻيءَ جي لائين، بجلي، روڊ وغيره نهي ويا تہ هڪ عاليشان ڪالوني ڪليل آبهوا ۾، سنڌوءَ جي ڪناري تي نهندي نظر آئي، تڏهن هنن پلاٽن جي قدر ۽ قيمت بہ وڌي ويئي.. حيدرآباد جي بلڊرن جو وات پاڻي پاڻي ٿيڻ لڳو، رشوتي عملدار بہ سٽون سٽڻ لڳا. هيڏانهن سنڌ جو وزير اعليٰ مظفر علي شاهہ اڃي برجمان ٿيو. سنڌ ۾ سيدن جون پيڙهيون ونڻ تي گذريون آهن، هي انهن جي اولاد هئڻ سبب ۽ پنهنجي طبيعت موجب بي مروت، مرچوٽ ۽ مک چوس هئڻ ڪري متاثرين جي واهر ڪرڻ کان لهرائي رهيو هو. هن موقعي تي اسلم سنجراڻي، حيدرآباد جي مشهور بلڊرز الله بخش مگسي سان سازباز ڪري، هڪ ڪروڙ روپين جي رشوت هيٺ، هن سڄي اسڪيم کي هڙپ ڪرڻ لاءِ نانگو ٿي ويهي رهيو. مظفر شاهہ جا بہ ڪن ڪٽايائين تہ سنڌ ۾ فوج اچي ويئي آهي ۽ امن امان بحال ٿي ويو آهي، تنهن ڪري هاڻ ماڻهن جو ڪئمپن ۾ رهڻ جو ڪوبہ جواز ڪونهي ۽ هرڪو پنهنجي گهر واپس هليو وڃي، جتان هو آيو آهي. پوءِ ڪامورڪي سازش ڪامياب ويئي ۽

شاهہ صاحب پلاٽن ڏيڻ تان ڦري ويو.

جڏهن هن ويساهہ گهاتيءَ خلاف هڪ وفد حيدرآباد جي ڪمشنر سان ملڻ ويو تہ سندس رويو هن ريت هو. هو وفد جي ميمبرن سان ڪنڌ مان ڳالهائي رهيو هو، جوراڀن کي هيٺ مٿي ڪرڻ ۾ مصروف هو، دڙڪن ۽ دهمانن سان ڳالهائي رهيو هو، جيڪو وفد لاءِ اشارو هو تہ منهن تان ٽري وڃو. ٿورو وقت گذريو تہ حيدرآباد جي دوري تي مظفر شاهہ جو اچڻ ٿيو، جنهن سان بہ وفد جو ملڻ ٿيو، شاهہ جو رويو ڪمشنر کان وڌيڪ اگرو، حقارت ۽ نفرت ڀريو رهيو ۽ اهو ڏسي متاثرين وري جدوجهد جو اعلان ڪندي پنهنجو جهنڊو بلند ڪيو. هڪ ڀيرو ٻيهر ستايل ماڻهو روڊن تي نڪري آيا، لٽ لڳي، ڏنڊا هليا، مٿا ڦاٽا ۽ حيدرآباد جي روڊن تي انسان جلندا رهيا. روڊن تي هر چرندڙ ماڻهوءَ کي پوليس عملو کهلي لاڪپ ڪندو رهيو. اسان بہ اهڙي وقت تاريخ ساز هڙتال جو سڏ ڏنو. جنهن جو وري ذڪر ڪري رهيو آهيان، اُهي سبب هئا منهنجي گرفتاريءَ جا. باقي فوجي آپريشن جو مقصد ۽ سندس نشانو ڇا هو؟ جنهن تي اڳتي موزون جڳهہ ۽ مناسب موقعي تي قلم جي اپٽار ڪبي.

جڏهن حالتون اتي وڃي پهتيون ۽ هيڏانهن هيڏي ٻرندڙ صورتحال تي تنظيم ڪڏهن بہ نہ سوچيو، بس رڳو ٻج تي زور لڳو پيو هو. جتان ڪٿان پئي خبر آئي تہ "ڊاڪٽر! ٻيلي ڏاهوٽيءَ، سرڪار گرم آهي اصل ڀنجي ڇڏيندئي." اها حالت دوستن جي اڳيان هئي، هرويرو زوربار مون بہ نہ پئي مڃيو، جو ٻيجي جند ڇڏايان. هڪ ڏينهن شام جو قاسم آباد ۾ روڊ لڳ هڪ هوٽل تي پنهل، هوت خان ۽ آئون چانهہ پي رهيا هئاسون تہ مون کين چيو تہ "ٻيلي دوستن کي سمجهايو، مون کي ٻوهي ۾ ڏيو ٻيٺا

آهن، اصل خودڪشيءَ ڏانهن گهليندا پيا وڃن، ڪين خبر هئڻ گهرجي ته آئون عذاب هيٺ ويس ته پوءِ ٻاهرين جو ڀُل خير هجي.“ تنهن هوندي به آئون اهو ساڳي ٻوهي ۾ سيني جي اڳيان اڳيان، هندن جي مقدس ڳاءِ وانگر. اها ڳالهه سرڪار نامدار به ڪيسين قبول ڪندي، اها ڪنهن وجهه ۽ تاڙ ۾ اڳي ئي لڳي چڪي هئي، صرف مون کي رڳو وجهه ڏيڻو هو. هيڏانهن منهنجي مقدر ۾ گرفتاري ٽرٽي ڪانه هئي، اسان جي گاڏي جرار ٽيبي کان رواني ٿي اچي چمبڙ روڊ تي چڙهي، دل جو دل ۾ فيصلو نه ڪري سگهيس ته آيا بيگار ڪئمپ تي وڃان يا نه وڃان؟ تانجو گاڏي اچي ڪئمپ تي بيٺي. گاڏيءَ مان لهي جيئن ڪئمپ اندر پهتس ته فهميدا مون کي ڏسندي چيو ته، ”ڊاڪٽر تنهنجي لاءِ پوليس پيئي پڇا ڪري.“ پوءِ به سندس چوڻ جو ڪوبه نوٽيس نه ورتم، اڳتي وڌيس ته حفيظ مليو، جنهن کان ڪئمپ جو حال احوال ورتم، چياڻين ته نياز عامر به دوائون ڪٽي آيو آهي. هاڻ ان سان ملڻ به ضروري ٿي پيو، اڳتي وڌي ان وٽ ويس، اڃان ٿوري ڳالهه ٻولهه مس ٿي ته پوليس جو گهيرو ٿي ويو، ٿوري چڪ چڪاڻ کان پوءِ مون کي ڪٽي پوليس گاڏي ۾ اڇلايائون، اڪ چنبي ۾ اچي ٿاڻي ۾ لاڪپ ڪيائون. هاڻ آئون گرفتار ٿي چڪو هوس ۽ منهنجي زندگيءَ جي هڪ ٻئي امتحان جي نئين سر شروعات ٿي چڪي هئي. ڪامورن جي ڪاوڙ، فوجي آپريشن جو دور، اهڙي دور ۾ گرفتاري جي قيمت ڇا بيهندي، انهيءَ لاءِ ذهن کي تيار ڪري رهيو هوس. عجيب اتفاق اهو هو ته جنهن لاڪپ ۾ مون کي بند ڪيو ويو، اتي مون کان اڳي غلام حسين کوکر جا پٽ بند هئا، هاڻ ٻه هو منهنجي اڳيان ۽ آئون انهن جي پٺيان. سج لٿي جي اونداهي ٿي چڪي هئي، نيڪ اوڏي مهل هڪ باريش ماڻهو فوجي انداز ۾ کولي اڳيان بيهندي چيو، ”ڊاڪٽر توهان تي سختي آهي، ڪوبه ڪم ڪار هجي ته پوليس

کي چوندا، تہ مہدي شاهہ کي سڏائي وٺندا.“ سندس انداز مان محسوس ٿيو تہ هو ڪنهن فوجي اداري جو مخبر آهي. آئون ان پوڙهي کي اڳي سڃاڻندو هئس ۽ هن کان ووٽ وٺڻ لاءِ سندس گهر بہ وڃڻ ٿيو هو. ان وقت سندس گهر چمبڙ کان ٻاهر ٿوري مفاصلي تي هو، هو سادو نمازي ۽ نيڪ روپ ۾ سگهاري اداري جو مخبر ٿي منهنجي سامهون آيو. محسوس ڪيم تہ ڪيڏي نہ سرڪار بهادر جي حڪمت عملي ڏٺي آهي. هاڻ رات ٿي چڪي هئي، سپاهين طرفان لاڪپ ۾ مليل چانهہ جو ڪوپ پي رهيو هوس، تہ مون کي لاڪپ مان نڪرڻ لاءِ چيو ويو. لاڪپ مان جيئن ٻاهر نڪتس تہ منهنجي اکين تي ڇڪي پٽي ٻڌي ويئي. هيءَ پٽي سڄي ساري اجرڪ هئي، جنهن منهنجو اصل ڪنڌ تي پڳو. اها اجرڪ هڪ سپاهي سياري کان بچڻ لاءِ قوم پرستي جي جذبي هيٺ ڏني هئي. اجان گاڏيون روانيون نہ ٿيون هيون تہ صوبيدار مون کي گاڏيءَ مان لهرايو، اکين تان اجرڪ لاٿي ويئي، شريف بوزدار وڌي اچي مليو. چيائين، ”پرواهہ نہ ڪر، الله چڱي ڪندو.“ اهو بہ ٻڌايائين تہ سندس يار چوڌري بہ هن سان گڏ آهي، پر اهو ٻاهر گاڏيءَ ۾ ويٺو رهيو. آخر ۾ شريف صوبيدار کي چوندو ويو تہ، ڊاڪٽر چور ڪونهي، جو توهان سندس اکيون ٻڌيون آهن، جنهن تي صوبيدار چيو تہ ”اسان پنهنجي رويي ۾ تبديلي آڻيون ٿا.“ تنهن کان سواءِ شريف هڪ سؤ روپيہ منهنجي کيسي ۾ وجهندو هليو ويو. اهڙي طرح مون کي وري گاڏيءَ ۾ وهاريو ويو ۽ اسان جو قافلو اڻ ڄاتل منزل ڏانهن روانو ٿيو. اجان ٿورو اڳتي هلياسون تہ منهنجي گاڏيءَ ۾ اڳيان ويٺل پوليس آفيسر سپاهين کي چيو تہ ”ڊاڪٽر جون اکيون ٻڌي ڇڏيو.“ پوليس وارا چون تہ صاحب چيو آهي تہ ڊاڪٽر جي اکين تي پٽي نہ ٻڌو، جنهن تي پوليس آفيسر چيو تہ، وائرليس تي صاحب ڪيس چيو آهي تہ ڊاڪٽر جون اکيون ٻڌيون

وچن ۾ ٿورو سخت ٿيندي سپاهين کي چند پٽياٿين، جنهن مان پوليس وارا به سمجهي ويا، پوءِ لت ڏيئي منهنجون اکيون ٻڌي ڇڏيائون. گاڏيون هلنديون رهيون ۽ قافلو منزل لتاڙيندي اچي هڪ هنڌ بيٺو. مون کي گاڏيءَ مان لاهي هڪ ڪمري ۾ وهاريو ويو. ڪجهه دير کان پوءِ ٻئي ڪمري ۾ مون کي گهرايو ويو، اتي ڏٺم ته ڪيترائي پوليس آفيسر ڪمرو پريو ويٺا هئا، جن کي شايد منهنجو درشن ڪرايو پئي ويو. انهيءَ ڪمري جي ديوار تي لڳل بورڊ تي نالا پڙهيم ته سمجهي ويس ته سي آءِ اي سينٽر حيدرآباد آهي، پوءِ وري اکين تي پٽيون ٻڌي ساڳي ڪمري ۾ ڇڏيو ويو. ٿوري دير اندر هڪ فوجي آفيسر آيو جنهن وري مون کي مٿي آفيس ۾ نهيل ڪمري ۾ بند ڪرايو، اکين تان پٽي کليل رکو اهو به چوندو ويو.

هاڻ آئون حيدرآباد سي آءِ اي سينٽر ۾ پهچي چڪو هوس. هتي وري بيهر ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ اکيون ٻڌيون ويون، اتي پوليس ۽ فوجي آفيسرن جي اچ وڃ جو سلسلو شروع ٿي ويو. هڪ ٽيم اکيون کولي نشان ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. هڪ ٽيم وارن مون کان پڇيو ته فلاڻو ڪوسو ميهڙ وارو سڃاڻندو آهين، مون چيو نه. پلا ديدار جهتيال سڃاڻندو آهين، مون چيو ها. هو اسان جو دوست آهي ۽ ميمبر پڻ آهي.

جيئن جيئن هتي پراڻو ٿيڻ لڳس ته پهريدار فوجي ٿورو ٿورو ويجهو ٿي تعارف جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. جڏهن کين پتو پيو ته آئون ڊاڪٽر آهيان ته پوءِ اجان وڏيڪ ويجها ٿيڻ لڳا، ڪجهه ته دوائون به لکائڻ لڳا. سياري جي موسم هئي پهرين ته به ڪٽا ڏنائون، پوءِ هڪ وڏي رضاعي (سوڙ) ڪٽي اچي ڏنائون، ائين سيءُ کان بچڻ جو بندوبست ٿي ويو. هن سڄي عرصي ۾ ماني جيڪا لاڪپ جي قيدين لاءِ ايندي هئي،

اها ڏيندا هئا. هتي مون سان ڪا به ڇيڙڇاڙ نہ ڪئي ويئي، هفتو پورو ٿيڻ تي هو، تہ هڪ فوجي آفيسر ملڻ آيو. مون سان ايندي وڏي اخلاق سان پيش آيو ۽ چيائين، "ڊاڪٽر هاڻ ڇا پروگرام آهي؟" "پهرين آزاد ٿيون پوءِ ڏٺو ويندو." مون وراڻيو. "ڀلا هندستان ويو آهين؟" مون چيو، "نہ". "هتي توسان وڙهيا تہ نہ آهن." مون چيو تہ، "نہ". پوءِ هو واپس هليو ويو. ٻئي ڏينهن ٻنپهرن جو مون کي مٿان لاهي هيٺ ڪوليءَ ۾ وهاريو ويو، جتي ماني کائڻ لاءِ ڏني ويئي. "جلدي ڪري وٺو، سفر وڏو آهي." ماني رکندي همراهہ چيو.

ماني جا ٻہ ـ ٽي گرهہ کٽي ٻي کين واپس ڪيم. اکين تان ٻڌل پٽي کولي، ٻي پٽي ٻڌي ويئي، اجرڪ ڪلهن مان لاٿي ويئي، کيسي مان ٻٽون بہ ڪڍيو ويو، اهو ڪم هڪ سپاهي ڪري رهيو هو، پوءِ اهو جوان جو پٽ اجرڪ بہ قبائي ويو ۽ ٻٽون مان ٻہ سؤ روپيہ بہ ڪڍي ويو، اهو وجي اڳتي پٽو پيو. انهيءَ کانپوءِ مون کي هڪ گاڏيءَ ۾ ويهاريو ويو، جنهن جي پٺيان سمجهيم تہ ڪيترين ئي گاڏيون اچي رهيون هيون. گاڏيون هلي ڪنهن جڳهہ اڳيان بيٺيون، اتي هڪ سپاهي پاڻ سنيالينڊي چيو تہ، ڇانوڻي!! ٻئي ڪيس چيو تہ، ڇا چيو؟ چيائين بس. ايستائين هڪ گاڏي اچي بيٺي، هٿڪڙي بدلائي ويئي، پوليس جي گاڏي مان لاهي فوجي گاڏيءَ ۾ وهاريو ويو. هاڻ آئون اصل سرڪار جي حوالي ٿي چڪو هوس. ٿوري وقت اندر گاڏي ڪئنٽومينٽ پهچي ويئي. مون کي گاڏيءَ مان لاهي هڪ سيل اندر اچي بند ڪيو ويو. هاڻ منهنجو اصل سفر شروع ٿي ويو، پاڻ کي ان سفر لاءِ ذهني طرح تيار ڪرڻ لاءِ پاڻ تي ضبط رکي ۽ دل کي ڏڍ ڏيئي رهيو هوس. سوچڻ جا دور چڙهن ۽ لهن پيا تہ هي ڇا ٿي ويو؟ نڪتو تہ هوس غريبن جي مدد ۽

سهڪار لاءِ.

غلام حسين ڪوڪر جي مقابلي لاءِ آئون تہ 1993ع کان اڳ گرفتارِ ٿي هتي پهچي چڪو آهيان، هاڻ اها جنگ ڪير ڪندو، غريبن جو ڇا ٿيندو؟ جن جي واهر ڪرڻ لاءِ نڪتو هوس! اوڏي مهل مون کي هڪ واعدو ياد اچي ويو، جيڪو اليڪشن جي دوران هن ٿي شهر ۾ ماڻهن جي اڳيان ڪيو هوم، تہ جڏهن دودو توهان چمبڙ تڪ ۾ نہ ڏسو تہ سمجهجو مري ويو آهي يا جيل ۾ بند آهي.

منهنجو واعدو وفا ٿي رهيو هو، هاڻ آئون گرفتار ٿي سگهارن ادارن جي حوالي ٿي چڪو هوس. هر مصيبت کي سهڻ لاءِ ذهني طرح تياري ڪري ڇڏيم. بين وانگر منهنجي گرفتاري منهنجا ڪيترائي پروگرام، منصوبا، زندگي سنوارڻ جو سڌون ۽ گهوٽ بنجڻ جون خواهشون سڀ جون سڀ جهڙوڪر هاڻ داءُ تي لڳي چڪيون هيون.

حيدرآباد ڪينٽ ۾ جنهن سيل ۾ رکيائون، اهو تمام تنگ هو، روشندان جو ڪوبہ بندوبست نہ هو. انهيءَ سيل کي هڪ ڏينهن پاڙيون هٽي ماپڻ جي ڪوشش ڪيم، جنهن مان اندازو لڳايم تہ اهو پنج فوٽ ڊيگهہ ۽ ٽي فوٽ ويڪر ۾ هوندو، مطلب تہ قبر جيتري جڳهہ هئي.

منهنجي هڪ هٿ ۾ لڳل ڳري هٿڪڙي کي در سان ٻڌو ويو، جيڪا رات ڏينهن لڳل رهي. اتي روزمره جي زندگي گذارڻ جا ٽائيم مقرر هئا، جنهن تحت اسان کي کولين مان ڪڍندا هئا. اهي هئا: صبح جو سوير فجر، ٽيپهري ۽ سج لهڻ وقت. انهيءَ دوران ٻئي ڪنهن ٽائيم تي ڪنهن بہ حاجت وغيره جو انگل ڪيو تہ، اها ڳالهہ ڪين اصل ڪانہ وٽندي هئي. منهن ڦٽائي چوندا هئا تہ، ”تون اسان جو سول مهمان تہ ٿي ڪونہ آيو آهين.“ پن ڳالهين تي ڏاڍو چڙندا هئا هڪ اهو بي ٽائيم حاجت

جو انگل ۾ ٻيو انهن جي اڳيان هندستان جو نالو ـ اسان جو هيڏانهن ساهه مُٺ ۾ هئڻ سبب ڪٿي ٽي ٽائيم جي پابندي ٽٽي، اصل امتحان جي منهن ۾ اچي وياسون. پوءِ ”مرتا ڪيا نہ ڪرتا“ چوڻي، پيشاب جي بهاني سان ”ٻڙو“ پيشاب ـ ٻڙي جي آڙ ۾ ”ڇوٽو“ پيشاب ـ ائين پٽي ٽائيم ڪي ٽرڪايوسين. اجان وڌيڪ ڏچو اهو هو تہ، باٿ روم اسان جي سيلن کان ڪجهہ پرڀرو هئڻ سبب اوستائين پهچڻ بہ مسئلو هوندو هو، سيلن کان اوستائين ڪلهن تي هٿ رکيو هڪليو ونيو ويندا هئا. اکيون بند، ور وڪڙ ۾ چڪ چڪان جنهن ڪري جنهن حاجت لاءِ ويندا هئاسون، اها چڙهيو ويندي هئي، پوءِ مٿئين فارمولا جو سهارو وٺڻو پوندو هو.

هتي منهن ڌوئڻ، وهنجڻ ۽ ڪپڙا ڌوئڻ جي ڪابہ اجازت نہ هئي. ٻاهر روز ڪپڙا بدلي ڪَنڌڙ هوس، هتي ٻن هفتن ۾ اهي ڏاڍا ميرا گدلا ٿي ويا هئا، پر انهن کي ڌُنو ڪنهن ٿي!! اکين تي چڪيل ٽائيل پٽيءَ جو ڏاڍو آزار هوندو هو. سيل اندر هڪ دٻو رکيو هوندو هو، جنهن ۾ پليٽون ڌوئڻ يا پيشاب وغيره ٿي سگهيو ٿي. ماني اسان کي ان ٽائيم تي ڏيندا هئا، جڏهن پاڻ کائيندا هئا.

هتي بہ ڏينهن گوشت جي پيري وانگر ڪٽن تي پيو هوس، تنهن وچ ۾ مون ڏانهن ڪير لڙي بہ نہ آيو.

ٽين رات سيل مان ڪڍي پر واري هڪ ڪوليءَ ۾ آندو ويو، جتي مون کان پڇا شروع ڪئي ويئي، جيڪا هن ريت هئي: نالو، ڳوٺ، پرائمري تعليم، مڊل اسڪول، هاءِ اسڪول، انٽر ڪلاس، پروفيشنل ڪاليج، سياست ۾ ڪڏهن آيا، ڪنهن جي اثر هيٺ آيا، ڪهڙا عهدا ماڻيا، ڪهڙن جيلن ۾ رهيا ۽ ڪيترو وقت رهيا؟؟ اهو ابتدائي طريقو بہ هڪ بہ ڏينهن هلندو رهيو، جيئن ٿورو ٿورو وقت گذرندو ويو تيئن

سخت لهجو اختيار ڪندا ويا. جيئن هڪ رات پيچا ڪندڙ ٽيم جي ميمبر چيو ته، ”ڊاڪٽر جيڪي ڪيو اٿئي، اهو اسان کي ڪولي ٻڌاءِ نه ته پوءِ سچ پتر لڳندا، ڳڻتي ۾ مرچ پوندا، شاٽون لڳنديون، اُف اُف ڪندين، الله الله ڪندين، دانهون ڪندين، باقي عزت واري لاءِ ڇا بچيو؟“ هن پيچا ڪان پوءِ جيڪي پيچڻ آيا سي اصل هٿ ۾ لٺ ڪنيو آيا، ايندي سان ڏاڪا ٻڏي چڙهي ويا، هڪلون ۽ دهمان دڙڪن سان اصل ساهه پيا ڪڍن، زمين تي پير نه پيو لڳي. ساڳي پيچا جو طريقو واڌو هٿ جي صفائي تي به لهي آيا هئا. مون کي هٿڪڙين سميت هٿ مٿي ڪٽائي بيهاريو ويو. هڪ جوان منهنجي سڄي بدن جي جانچ لاءِ بدن مهٽي رهيو هو، ٻنڊڻن تان هٿ ڦيري رهيو هو، قميص جو پويون پلوَ وٺي پيچ ناهيس، ڪيڏي مهل پيچ لانگ پيو واري، ته ڪيڏي مهل ڪنيو ڪياڙي تائين گلي ۾ اٽڪايو ڇڏي. فوجي ماحول جنهن جو دٻاءُ، مٿان وري اهو حقيقي دٻاءُ هتي عملن سياسي ڪارڪن سان ڇا ڇا نه ٿيو آهي ۽ ڪارڪن ڇا نه سٺو آهي؟ ان لاءِ اڄ سوين نوجوانن جا پنا بجليءَ جي شاڪن جا نشان زمين تي لڳل هَرَ جي اوڙ وانگر شاهدي ڏيئي رهيا آهن. پوءِ ويا سڄي زندگي جو داستان پڇندا. هڪ بيان ڪٽي آيا جيڪو سيني اخبارن ۾ ڇپيل هو، جنهن ۾ هڙتال جو سڏ ڏنل هو. ڏهه نڪاتي پمفليٽ ڪٽي آيا، جيڪو پڻ اخبارن ۾ ڇپيل هو، جيڪو اسان ٽي مهينا جدوجهد لاءِ صحيحن وٺڻ لاءِ سڄي سنڌ ۾ استعمال ڪيو هو. هڪ وڏو پوسٽر مون اڳيان ڪڙڪائي رهيا هئا، جنهن لاءِ مون کان نه پڇيائون. پيچا هلندي هڪ اهڙو مرحلو به آيو جو پيچڻ واري چيو ته، ”شلوار لاهه، بس دير نه ڪر شلوار لاهه. واضح رهي ته چوڻ وارو اڙدو ۽ پنجابي لهجي ۾ دابي سان پيو چوي. دل کي پڪو ڪندي سوچيم ته هوندن دم ديدار جي ضرورت ته مون کان پڇندا به ڪونه! بيلي پڪو ٿيءُ، پٽڪو ته هونءِ لاهي ڇڏيو اٿن، هاڻ

شلوار تا لاهين. وري ڪوڙن جو ذڪر نڪتو تہ مون چيو تہ ”مون تيهہ ڪوڙا کاڌا آهن ۽ سمري ملٽري ڪورٽ جي سزا بہ ڪاٽي آهي، ڪوڙن جا نشان آهن، اهي ويا مٽجيءَ. چون تہ اسان کي شلوار لاهي ڏيکار. هاڻ تہ قابو ٿي ويس، جيڏو وڏو آفيسر اوڏي وڏي فرمائش. اصل جند نہ ڇڏين، وڏي صبر ۽ مُنهن جي پڪائي کانپوءِ وڃي جان ڇٽي. پڇا ڪندڙ ٽيم پلٽو کائيندي چيو، ”حيدرآباد ۾ بم ڪير ٿو ڦاڙي، 30- سيپٽمبر ۾ ڪنهن جو هٿ هو، هٿيار ڪٿان آيا، تنظيم وٽ هٿيار آهن يا نہ، هندستان سانَ رابطو آهي يا نہ؟ پلا توکي خبر آهي تہ قمر ڀٽي ۽ حبيب الله ناريجو انن ماڻهن کي هندستان ۾ ٽريننگ ڪرائي آهي، پاڻ بہ ايندا ۽ ويندا رهندا آهن، توهان سنڌي ڪٿي ماڻهن کي سکيا ڏيندا آهيو، توهان جا سينٽر ڪٿي آهن، آخر اسان پنجابين توهانِ کي ڇا ڪيو آهي؟ جو آزادي تا وٺو ۽ آزادي لاءِ پيا جدوجهد ڪريو. آخر پنجاب اندر آزاديءَ جو آواز يا جيڪي سنڌ ۾ هي بغلوت آهي، اها ڇو ٿي ٿئي؟؟ اسان توهان کي اها سڀ اجازت ڏني آهي، جيڪا اسلام ڏي ٿو، توهان بہ ٿي چار بہ پيا شاديون ڪريو، ڪنهن توهان کي جهليو آهي؟ وري تڏا ٿي هيٺ لهي آيا. پلا عشق ڪيو اٿئي؟ ها ـ ٿي دفعا، هڪ ايل ايم سي دوران، جنهن کي خبر ڪانہ هئي تہ ڪو هيڏانهن آئون ڦٿڪانِ پيو، ٻين جا نالا ڪونہ ٻڌايم. فهميدا قريشي جي اخلاق جي باري ۾ ڇا ٿو چوين؟ ”سندس اخلاق نيڪ آهي.“ مون وراڻيندي چيو. بينظير جي اخلاق جي باري ۾ تنهنجو رايو ڇا آهي؟ سٺو آهي. بينظير لاءِ هو ڪوبہ چڱو تاثر نہ پيا رکن. سائين ٻڙي سان ملندو آهين؟ ها. پلا جڏهن مري ويندو تہ پوءِ سندس مقبرو بہ ٺهندو، ورسيون بہ ملهائيبيون؟ ضرور. اهو پوڙهو اسان جي جان ڪونہ ڇڏيندو ـ پوءِ تہ اولياءُ ٿي ويندو ـ ها اولياءُ! قوم پرست اولياءُ!! ـ ڪهڙن فلاسافرن جا ڪتاب پڙهيا اٿئي؟ پوءِ ويس نالا ڳڻائيندو. رات

تمام گهڻي گذري چڪي هئي، هيڏانهن ڳالهين جو سلسلو ڪٿڻ جي نہ پيو ڪري. نيٺ رات جي پوئين پهر ۾ وري اچي سيل ۾ بند ڪيائون.

ايندڙ ڏينهن شام جو ماني کان فارغ ٿيندي ئي مون کي سپاهي چيو تہ "ڊاڪٽر توهان لاءِ حڪم آهي تہ اٿي ويهو" حڪم جي بجاوري ڪندي اٿي ويٺس، پوءِ ڪلاڪ وهارين تہ ان کان وڌيڪ ٻهاريو ڇڏين، اهو سلسلو شروع ٿيو تہ ٽي ڏينهن ٽي راتيون هلندو رهيو. انهيءَ دوران ڪو آفيسر آيو، پڇيائين طبيعت ڪيئن ٺئي؟ نيڪ آهي. هندستان وڃڻ ٿيو آهي يا نہ؟ پوءِ اهو واپس هليو ويو. مون سان ساڳي سزا جاري رهي، جنهن هٿي چور ڪري رکيو، اکين جا دوڏا نڪري آيا، اکين مان پاڻي بيهڻ جي نہ پيو ڪري. اوجاڳي سبب پيٽ ۾ وٽ پوڻ شروع ٿي ويا هئا. آئون سڪي ٻڙو ٿي ويو هوس. دل تي ڪيترا دفعا خيال چاڙهيو وري لاهيو ڇڏيان تہ سپاهيءَ کان پڇي ڏسان تہ جيڪڏهن ويهي نہ سگهان تہ پوءِ ڇا ٿيندو؟ وري چوان تہ پيلي چڪ پنڌ ڪي ڏسون اڳيان ڪيتري منزل آهي. اڃان انهيءَ اُڻ تُڻ، بوريت ۽ بيزاريءَ ۾ هئس تہ ان رات جو وري مون کي سيل مان ٻاهر ڪڍيو ويو، ساڳيا سوال، ساڳي هُلر ويا لکندا. جڏهن اهو سڀ ڪجهہ وري لکيائون، جيڪو اوجاڳي کان اڳي لکيو هئائون. جڏهن ڪين پڪ پڪائي ٿي تہ لهي آيا اسلام تي، جيڪو آئون ننڍي هوندي سُتيءَ ۾ ملڻ جي باوجود ايل ايم سي جي ماحول ۽ جيئي سنڌ جي جوش ۾ جهڙوڪر وساري چڪو هوس. هڪ جيڏن کي ياد هوندو تہ آئون پنج وقت بانگ، روزا، نمازون ويندي، اسڪول جي اسيمبليءَ ۾ قرآن شريف پڙهندو هئس. اهو گس سالن پڇاڻان دودو وساري چڪو هو. پوءِ هليا اسلام مان سوال، جنهن ۾ آئون صفا فيل ٿي پيس. مثال پڇيائون عشاء جي نماز ۾ رڪعتون گهٽيون آهن، دعا قنوت

اڇي ٿي يا نہ؟ هڪ چيو تہ ”هي اردو ڪي ٿا ميين هن جو عربي ۾ چا وچي، نہ ڊاڪٽر دودا؟“ مون کان تائيد ڪرائڻ لاءِ ڪٽي اڳيان سوال اڇلايائين. پوءِ وري وينا ملڪ جي صورتحال تي ڳالهائڻ تہ ڊاڪٽر هاڻ سنڌ جي آزادي ناممڪن آهي. اترين سرحد محفوظ ٿي چڪي آهي. روس جو خطرو ٽري ويو آهي. خير هاڻي هتي آزادي جي تحريڪ اٿي يا اهڙو وقت آيو تہ پوءِ پلي آمريڪا اچي انهن جي مدد ڪري، فوج بيريڪن مان نڪري سِر سِر سان وڃائي ڇڏيندي. ڊاڪٽر تنهنجو ڪيڏو نہ رڪارڊ آهي، تنهنجي تنظيم لاءِ هيڏي قرباني، وفاداري، جنهن کي ڏسندي رشڪ اچي ٿو! پر هتي توکي ڪجهہ نہ ملندو، تون پ پ ۾ هجين ها تہ اڄ اڳين صفحن ۾ هجين ها. اجان بہ هن رستي هلندي تہ هڪ ڏينهن پيو هوندين قبر ۾، پوءِ بہ تنهنجي مرضي. جڏهن ڳالهہ پولهہ بس ٿي فائيل ويڙهندي چيائين تہ، بس ڪم ختم. چياٿون ها ـ آفيسر چيو لڳايو نعرو پاڪستان ـ پائينده باد.

ڊاڪٽر کي وٺي ويو. پهري تي بيٺل هڪ سپاهي آيو. هٿ ۾ لڳل سنگهر کي چڪي اچي سيل ۾ بند ڪيائين. هاڻي سمجهيم تہ پيچا ڳاچا پوري ٿي ويئي، ٿورن ڏينهن اندر جيل هليو ويندس. پر هيڏانهن بہ ڪو هٿ ڪڍڻ لاءِ تيار هئا ڇا؟ آئون بہ ڪين مس هٿ آيو هوس. ايندڙ ڏينهن جو سج لهڻ وارو هو تہ مون کي سيل مان ٻاهر ڪڍي، گاڏيءَ ۾ وهاريو ويو، گاڏي کي ٿورو اڳتي هلي بيهاريو ويو. مون کي لاهي هڪ آفيسر اڳيان پيش ڪيو ويو، جنهن جي پڇڻ مان سمجهي ويس تہ منهنجي ميڊيڪل چيڪ اپ ڪرائي پيئي وڃي. ڊاڪٽر کان فارغ ٿي، وري اچي سيل ۾ بند ڪيائون. مون تي ڊيوٽي لڳل سپاهي شايد عملدار کان پڇيو هجي تہ ڊاڪٽر ڪيڏانهن پيو وڃي؟ ويندو پنهنجي گهر ـ سو همدرد ٿي

اچي چيائين تہ، ”ڊاڪٽر تون ڳوٺ وڃي رهيو آهين.“ مون-کي هاڻ پڪ ٿي ويئي تہ ڳوٺ معنيٰ جيل وڃي رهيو آهيان. ٻئي ڏينهن اجان سج ٿورو چڙهيو تہ مون کي سيل مان ٻاهر ڪڍي وهنجاريو ويو. وهنجڻ لاءِ صابڻ ڪپڙن ڌوئڻ وارو ڏنو وِيو. اتان فارغ ٿيس تہ حجام پهچي ويو، ڏاڙهي نهرائي ويئي، اصل گڏي ڪري تيار ڪيو ويس. متان وري ڪئمرا وارو بہ اچي ويو، منهنجي مختلف ٻن پوزن وارا فوٽو ڇڪيا ويا. ائين مون کي گهوٽ ڪري ڪوليءَ ۾ بند ڪيو ويو. ٻهري تي ڦرنڊڙ سپاهي چيو تہ ”ڊاڪٽر توکي هڪ ٻيو وِزٽ ڪرائي رهيا آهيون. سنڌس چوڻ واري لهجي ۾ مسڪراهٽ شامل هئي. دل ۾ سوچي رهيو هوس تہ اهو وزٽ وري الاجي ڪهڙو آهي؟ ذهن تي زور ڀيو ڏيان پر معاملو نہ پيو پيجان. اجان انهن پورن ۾ هئس تہ سيل جو تالو ڪوليو ويو، مون کي گاڏيءَ ۾ وهاريو ويو. منهنجي گهاٽ جو اهو سپاهي بہ گڏ هو، جنهن چيو هو تہ توهان ڳوٺ وڃي رهيا آهيو. هن پيري آهستي چيائين تہ، ”چاچا! ڳالهائجو نہ اڳيان آفيسر وينو آهي.“ گاڏي پنهنجي اڻ ڄاتل منزل ڏانهن رواني ٿي، جڏهن سپر هاءِ وي تي چڙهي تڏهن اندازو لڳايم تہ منزل ڪراچي آهي. گاڏي روڊ کي لتاڙيندي رهي، جيئن ئي ڪراچي ۾ داخل ٿياسون تہ چادر سان منهنجو سڄو بدن ڍڪيو ويو. ڪلاڪ اندر هڪ وڏي در کلڻ جو آواز ڪنن تي پڌڻ ۾ آيو. گاڏي اندر داخل ڪري مون کي گاڏي مان لاٿو ويو، هٿڪڙيون کوليون ويون، هاڻ آئون ٻي ٽيم کان ٽين ٽيم جي حوالي ٿي چڪو هوس. مون کي هڪ جڳهہ اندر آندو ويو. داخل ٿيندي ئي هڪ اهلڪار چيو تہ، ”ڊاڪٽر توهان جو انتظار گهٽي وقت کان هو، پر توهان دير سان آيا آهيو.“ پوءِ هڪ ڪمري ۾ وٺي ويا، جتي پڇيائون تہ تشدد تہ ڪونہ ٿيو آهي؟ مون چيو تہ ڪجهہ ضرور ٿيو آهي. پوءِ قميص لاهي بدن کي چڱي طرح ڏٺائون تہ تشدد جو ڪو نشان تہ نہ

آهي. ٿوري ڪاغذي لکپڙهه ڪان پوءِ مون کي هڪ بارڪ اندر آندو ويو، جتي محسوس ڪيم ته اڳيئي ڪجهه نوجوان ڪٽن تي اهليا پيا آهن. سندن زبانن تي الله الله آه زاريءَ جي آواز مان ڪجهه سڄاتل آواز لڳي رهيا هئا. وري اُتت محسوس ٿيم ته اڪين تي پٽيون ٿي صحيح، ڪو اڻ ڄاڻ هنڌ ٿي صحيح، سياڻي جو ڇا ٿيندو؟ اڳتي ڇا نصيب؟؟ ان کي به ڏٺو ويندو، پر سورن جا ساٿي اڳيئي موجود آهن. عاشقن جا ته هميشه سور ٿي سيهه ۽ ساٿي رهيا آهن، هي جيئرا جاڳندا ساٿي انهن سان گڏ هر ڪنهن جا سور وري جدا هئا. هاڻي پاڻ کي اڪيلو نه پئي سمجهيم ۽ آئون سورن جي ويڙهي جو واسي ٿي چڪو هوس.

اڃان مس گوڏي ٻيڙٿي ڪري ويٺس ته هڪ پهريدار تالو کولي بارڪ اندر آيو، منهنجي ڪلهن تي هٿ رکندي چيائين اُٿو، هاڻ هلو. پوءِ منهنجي ٻانهن ڪان جهلي ٻاٿ روم ۾ وٺي آيو، اکيون کولي چيائين ته، ”ڪٿي آيو آهين؟“ مون چيو ته خبر نه آهي. دري ڪان ٻاهر اشارو ڪندي چيائين ته هن قسم جون جڳهون ڪنهنجون هونديون آهن؟ مون وري به بيخبري ڏيکاري. تنهن تي چيائين ته اهو راز آهيَ ۽ هي اصل پاڪستان آهي. پوءِ بارڪ ۾ رهڻ جي لاءِ هدايتون ڏيڻ شروع ڪيائين ته پٽيءَ کي اصل هٿ نه لائبو. ڳالهائڻ تي بندش آهي، ڪو ڪم ڪار ٿئي ته هٿ مٿي ڪٽندا، اسين پهچي ويندا سون. پوءِ پڇيائين ته ڇا ۾ آيو آهين ـ ”سياسي چڪر آهي.“ تعليم ڇا آهي؟ ڊاڪٽر آهيان. پوءِ اکين تي پٽي ٻڌي، ٻانهن مان ڇڪي اچي ساڳي هنڌ تي ڇڏيائين. منهنجي هنڌ ۾ هڪ چتر ان مٿان هڪ ڪٿو ۽ هڪ اوڍڻ لاءِ ڪٿو ڏنو ويو. هاڻ آئون هن نئين جڳهه جي ياڪرن ۾ قابو هوس ۽ ايندڙ هر چئلينج لاءِ پاڻ کي ذهني طرح تيار ڪري رهيو هوس. رات خير سان گذري. ٻي رات ڪان مون

سان وري اِهڙي طرح سلسلو شروع ڪيو ويو، جهڙيءَ طرح اڳي پڇا واري ٽيم ڪيو هو. رات اندر ٿورو ٿورو ماحول کان واقف ٿي ويو هوس. ڪٽي جي ير ۾ پيل نوجوان چيو ته، "ڊاڪٽر دودو آهين؟" "ها." مون کيس سچاتو اهو اندر هو. ديوان اندر خسرو هٿان سبب ننڍو لڳندو هو، تنهن ڪري ديوٽي تي لڳل سپاهي پيا هن سان مذاق ڪندا هئا ۽ دل وندرائيندا هئا. کيس ڳائڻ لاءِ پيا چوندا هئا ته، هو به پيو ڪين ڪلام ٻڌائيندو هو. امر ڀڳت ڪنور رام جي آواز ۾ ڳايل ڪلام:

## نالي الک جي ٻيڙو تار منهنجو

هتي ڪو سنڌي سپاهي به اچي ٻلجي نڪتو هو، مون کي سڃاڻيندي چيائين، "ڊاڪٽر دودو آهين." مون چيو "ها." ڊاڪٽر ڏاڍي خراب جڳهه تي پهتو آهين، الله خير ڪندو. هيڏانهن آفيسرن به پنهنجي پڇا ڳاڇا جو طريقو آهستي آهستي شروع ڪيو. هڪ رات ڪٽي جي ٻئي پر جي همراهه مون کان پڇيو ته نالو ڇا اٿئي؟ ڊاڪٽر دودو.

هن کان پڇيم ـ "غلام مصطفيٰ ڪورائي......"

آئون اهو سمجهان نه پيو ـ "هاشم شيدي آهين؟"

هو چوي غلام مصطفيٰ ـ آئون وريو چوان هاشم ـ پياءُ هتان نڪرون پوءِ جيل ۾ ڏاڍو وڙهنداسون. هو چوي ته آئون غلام مصطفيٰ ڪورائي آهيان، اهو سڀ پڙهيو ويٺو آهيان. پوءِ وڃين ڳالهه تاروَنءَ سان لڳي ته اهو غلام مصطفيٰ ڪورائي آهي. مون کي تڏي دب پٽيندي چوي ٿو ته، "تون هيڏي ڪاري ٿوبي اٿين اچيٿ مٿلن جيئن ڪٽي ۾ پيو آهين. ڪجهه اشارن ۾ ڳالهاءِ ته سهي." هاڻي تجربيڪار ساٿي پاسي هٽڻ ڪري وڏيڪ ڏي ٿي پيو. پڇيم ته هتي ڇا رويو ۽ طريقه ڪار آهي؟ چئي

تہ جتان ٿي آيا آهيو، انهيءَ کان هتي مختلف ۽ مهذب طريقو آهي. هتي بہ دهمان ۽ سچوءَ کان ڪم وٺن ٿا پر اهو ڪلهن تي هٽن ٿا ايڏي تذليل ڪونہ ٿا ڪن ـ پرواهہ نہ ڪر.

پڇا ڳاڇا ويئي آهستي آهستي گـرم ٿينـدي، تانجو هڪ رات حسب معمول مون کي باريڪ مان آفيس ۾ وٺي ويا، اڳي ويندو هوس تہ ڪـٽي تي هيٺ وهاريندا هئا، هن واري جيئن اندر پهتس تہ آڪڙ مان چيائون اٿي بيهہ. پيرن جي آهٽ جو آواز ٻڌڻ ۾ پئي آيو ۽ ڪرسين تي عملدارن جي وهڻ جو ڪڙڪو ڪـن تي پيو ٿي. جيئن ٿورو وقت گذريو تہ، سچو جو وسڪارو ڪلهن کان اچي بيٺو، پوءِ هيٺ لهي اچي پنڊٺن کي لڳو، اصل چلي چڏيائين. هيڏانهن هڪلن ۽ دانهن سان ساهہ پيو ڪڍي، ٻڌاءِ ٻڌاءِ ڇا ڪيو اٿئي، ڇا خبز اٿئي؟ وري سچو سربستو حال احوال شروع ٿي ويو، جيڪو هميشہ پڇندا آهن. مون چيو تہ ”جيڪو مون ڪيو آهي، اهو سڀ اخبارن ۾ آهي.“ اهو تہ هندستان سان توهان جا رابطہ ڪهڙا آهن، توهان کي ڪهڙين ڳالهين جي خبر آهي؟ ڊاڪٽر سنڌ ۾ تمام گهٽو ٿي چڪو آهي. ريلن تي حملا، پاڻي ۽ گيس لائين تي حملا اسان کي ٻڌاءِ نہ تہ ڏاڍو حشر خراب ٿيندو. توهان جا فنڊ ڪٿان ٿا اچن، سنڌ جا وڏيرا ڪهڙا ٿا مدد ڪن ۽ ڪهڙا آفيسر توهان جي مدد ڪن ٿا؟ پوءِ انهي سجي داستان تي لک لکان تي زور هو، هتي مون محسوس ڪيو تہ هو ور ور ڏيئي پيا ساڳي داستان کي دهرائيندا آهن، جيئن داٻ دڙڪي ۽ ڏنڊي هيٺ سچ منهن مان ٻاهر اچي. مون هي سوچي ڇڏيو هو تہ جڏهن بہ باريڪ مان ڪڍي پڇا لاءِ گهرائين تہ بيعزتي لاءِ ذهني طرح تيار ٿي وڃو، جيڪڏهن بچي ٿا وڃو تہ توهان جا ڀاڳ نہ تہ مقدر ۾ لتر تہ لکيا پيا آهن.

هن سڄي روئداد ۾ منهنجو مؤقف اهو رهيو تہ اسان سنڌ جي هڪ سياسي پارٽي آهيون، پنهنجي جدوجهد کي سيني ماڻهن ۽ پريس جي اڳيان رکيو آهي. پهرين اسان سائين جي ـ ايم سيد سان گڏ هئاسون، ٻن سالن کان خود مختيار آهيون. هنن ٻن سالن اندر اسان پ پ ۽ ايم ڪيو ايم جي ناهہ هيٺ ٿيندڙ سنڌين سان ويساهہ گهاتين جي خلاف اڳيان اڳيان رهياسون. جنهن کان پوءِ وري چام، ايم ڪيو ايم جو دؤر آيو. هن دور ۾ سنڌ جي وسيلن سان هٿ چراند، سياسي ڌرين تي تشدد ۽ ايم ڪيو ايم کي کلي ڇوٽ ڏيئي اسان تي حڪمراني ڪري ڪنڌن تي چاڙهي ڇڏيو. اسان هن ڳٺ جوڙ خلاف بہ سيني سياسي ڌرين جي اڳيان اڳيان رهياسون، جنهن ۾ اسان ٽن مهينن جي مسلسل تاريخ ساز جدوجهد هلائيسون. تاريخ ۾ پهريون دفعو سنڌين جو نشتر پارڪ ۾ جلسو ڪيو ويو. چام جي جاءِ تي جڏهن ايم ڪيو ايم جو وزير اعليٰ بنيو تہ اسان ان خلاف ٽن ڏينهن جي تاريخ ساز هڙتال ڪرائي. هن دور ۾ چام سان سياسي طرح ڳالهيون بہ ٿيون، پر اُهي ناڪام ٿي ويون. تنهن کان پوءِ اسان مظفر شاهہ اڳيان سنڌ جا ٻرندڙ مسئلا رکيا، پر انهن تي ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو ويو. اسان پنهنجي مسئلن جي حل لاءِ 19-مئي 1992ع تي چيف منسٽر هائوس اڳيان ڌرڻو هڻڻ جو اعلان ڪيو. آخري وقت اسان ۽ سرڪار جي نمائيندن وچ ۾ هڪ ناهہ عمل ۾ آيو، جنهن ۾ ڪراچيءَ جي ڳوٺن کي ريگيولر ڪرڻ، چام جي دور ۾ سرڪاري نوڪرين مان نڪتل ماڻهن کي اپيل جو حق ڏيڻ، ڊاڪٽر قادر مگسي سميت 30- سيپٽمبر جي اسيرن جو ٻن مهينن اندر ڪيس هلائي پورو ڪرڻ، يا ڪين ميرٽ جي بنياد تي ضمانت ڏيڻ ۾ سرڪار رنڊڪ نہ بڻبي ۽ ٿر واسين لاءِ ڪٽڪ جي امداد ڏيڻ اچي ٿي ويا. پر فوجي آپريشن ۽ ڪجهہ سرڪار جي سردمهري سبب اسان جي مطالبن کي

اچلايو ويو. آپريشن شروع ٿيڻ سان سنڌ جي صورتحال بدلجي ويئي.
آپريشن دوران اسان به مهينا مسلسل سنڌ جو دورو ڪري ڪارڪنن مان
سياسي پاڃ، ويڳاڻپ ۽ خوف ڪيڻ جي ڪوشش ڪئي. هن دور ۾ به
سنڌ جي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ سرگرم ۽ متحرڪ رهياسون، اسان
ڪڏهن به پاڻ کي روپوش نه سمجهيو. اهوئي سبب آهي، جڏهن آئون
گرفتار ٿيس ته ان وقت به غريبن جي مدد لاءِ انهن جي ميڙ ۾ بيٺل هئس.
آئون ڪڏهن به ڪرمنل ڌنڌي ۾ نه رهيو آهيان، افسوس اسان سميت
سنڌ ليول ته ڇا؟ پر ملڪ جي جيتري وڏي پارٽي اوترا چور ۽ ڌاڙيل ان
۾ به ڏسڻ ۾ ايندا ۽ اهو ماحول اسان سان به لاڳو آهي. اسان ڏاڍي
جدوجهد ڪئي آهي ته ڪرمنل ڌوهي ماڻهو پنهنجي صفن مان ڪڍون.
ان ۾ گهڻي ڪاميابي حاصل ڪئي آهي پر مڪمل ڪامياب نه ويا آهيون.
ڪجهه اسان جي کاتي ۾ آهن، پر اهي به اسان کي ڇيئي سنڌ جي گڏيل
ورثي مان پلئه پيا آهن. هن فيلڊ ۾ 1990ع کان 1992ع تائين توهان کي
نوان چهرا ڏسڻ ۾ نه ايندا. پراڻي ماڊل ڪرمنل فيڪٽر مان به ويندي
جان ڇٽي. اسان ڌوهي فيڪٽر کي سياست لاءِ زهر سمجهون ٿا.
هندستان جي معاملي ۾ سائين هميشه اخلاقي مدد ۽ تعاون جو طلبگار
رهيو آهي، پر اتان ڪيس اها گهربل مدد ۽ سهڪار ملي نه سگهيو. ٽريننگ
ڏانهن سائين جو ڪڏهن به ڌيان نه رهيو آهي ۽ نه وري سائين اهڙي
ڪوشش ورتي. جڏهن کان اسان خود مختيار ٿيا آهيون ته اسان وٽ دنيا
ليول ته ڇا ملڪي سطح تي به اجان مڃيل شخصيت نه آهي. نه وري
عوامي تائيد واري ڀرپور ماس پارٽي آهي ۽ نه اسان جي جدوجهد جي
ايڏي وڏي تاريخ آهي. اسان مسڪين غريب لڏي مان ورڪر ڪلاس جا
ماڻهو آهيون انڪري نه ٻاهريون ملڪ مدد ڪري ٿو نه وري اسان جو
اهڙو واسطو آهي.

سپاهيءَ کي سڏ ڪيو ويو، جنهن مون کي وٺي اچي بارڪ ۾ بند ڪيو. سيئي ساٿي سمهي رهيا هئا، ڪي هوندا جاڳندڙ پڙ اهي ڪٿن ۾ ويڙهيل هئا. جڏهن هتي به ڪنهن نوجوان جو گهري ننڊ جي الوٽ ۾ ڪونگهري جو نڪاءُ هوندو آهي ته انهن جو آواز ٻڌي دل ۾ چوندو هوس يا ته وڏا بهادر آهن يا ڪابه حس ڪانه اٿن.

ايندڙ رات وري مون کي گهرايو ويو، جتي وري ساڳي رامر ڪٿا ۽ هڻ هٽان، اصل ماڻهو بيزار ۽ ڪک ٿي پوي ٿو. مون کي وري به ساڳي سٽ جو ڍيرو کولي ويڙهٽو هو. مون کان هنن کي ڏاڍي شڪايت پئي رهي ته تون پنهنجي منهن سان نٿو ٻڌائين - بيو ته تنهنجي جيڪو پيٽ ۾ آهي اهو ڪڍي ٻاهر ڪر، بهتر تعاون ڪندين ته تنهنجي لاءِ سٺو ٿيندو. هن ڀيري مون کي به ايجنڊائون ڏنيون ويون ته وچي سوچ. توهان جي سپاف ورڪنگ ڪاميٽي ڪهڙي آهي؟ توهان جا هندستان سان ڪهڙا واسطا آهن؟؟ سپاهي مون کي وري بارڪ ۾ وٺي آيو، بند ڪرڻ کان پوءِ مون کي چيائين ته اٿي ٻيهو ۽ بيٺا رهو. پوءِ سڄي رات بيٺو رهيس، صبح ٿيو پوءِ به ساڳيو حال. ٻي رات جيئن ٿي ته وري مون کي گهرايو ويو، ساڳي پڇا ساڳيا سوال. هتي اهو ور ور ڏيئي پڇڻ جو مطلب ته بيان ۾ ڦري ته ڪونه ٿو، ڳالهيون وڌائي گهٽائي ته نٿو، جيڪو به ٿورو ڦريو ته ڙيو، هر واري نئين ڳالهه ٻڌائي ته پوءِ ڦاسي ويندو. هن چڪ چڪان کان پوءِ واپس بارڪ ۾ بند ڪيو ويو.

ايندڙ رات هڪ ٻئي آفيسر اڳيان پيش ڪيو ويو. مون کي اٿندي چيائين ته ڊاڪٽر دودي جو نواب لغاريءَ سان ڪهڙو واسطو؟ ڪوبه نه آهي. پوءِ تنظيم ۾ ڇو آهي؟ اهو ڏاج ۾ اسان کي مليل آهي. تو ڪهڙا ڪارناما ڪيا آهن، جو تنظيم جو صدر ڪيو ويو آهين. تو ڇا

ڇا ڪيو آهي؟ ڪهڙا ڪارناما ڪيا آهن جو تنهنجي ڏوهه آهي؟؟ جي - ايم سيد ڪان پوءِ تنهنجو نالو آهي. آخر ڳالهه ڇا آهي؟ مون چيو ته، ”جيئي سنڌ اسٽوڊنٽ فيڊريشن کي نظرياتي ڪرڻ، تنظيم کي عام شاگردن ۽ عوام ۾ عزت جي نگاهه سان ڏسڻ لاءِ گهر گهر وڃي ان جو پيغام پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. شاگردي جي دور ۾ پنهنجي ڪاليج ۾ سستو ڪتاب گهر کوليوسون، بلڊ بئنڪ قائم ڪئي سين، غريب مريضن جي لاءِ مفت دوائن جو بندوبست ڪيوسون.“ انهيءَ تي ٽوڪيندي چيائين ته، ”جيڪا ڪينسر اسپتال نهي رهي آهي، اها ڊاڪٽر دودو پيو نهرائي.“

ايندڙ ڏينهن به ساڳئي آفيسر اڳيان پيش ڪيو ويو. ساڳيا سوال، ساڳي رام ڪٿا. هن دفعي مون چيو ته آئون هڪ ڏيلي فرنٽ جو صدر آهيان، اسان جو چيئرمين قادر مگسي آهي. تنهنجو معاملو بيو آهي. مون چيو اهوئي محنت جو نتيجو آهي.

چٽي طرح ياد آهي ته 11- جنوريءَ جو مون کي هڪ باريڪ مان ٻاهر ڪڍي هڪ ننڍي گاڏي ۾ وهاريو ويو. اسان جي گاڏي پيهه ۽ رش مان هلندي هلندي هڪ جڳهه اڳيان اچي بيٺي. گاڏي مان لاهي چاڙهين تي چڙهندي مٿي آندو ويو، هڪ ڪمري ۾ داخل ٿيڻ شرط اکين تان پٽي لاٿي ويئي، اڳيان ڏٺم ته سادن ڪپڙن ۾ هڪ آفيسر ويٺو هو، جنهن مون کان پڇيو ته تشدد ته نه ٿيو آهي؟ ها.

تنظيم جو ڇا آهين؟ صدر.

نالو ڇا آهي؟ دودو مهيري. ڪٿان گرفتار ٿيو آهين؟ چمبڙ، ٽنڊو الهيار مان. ڇاجي لاءِ اتي ويو هئين؟ غلام حسين کوکر جي خانگي جيل

مان بيگر جا قيدي نڪتا هئا، انهن جي مدد لاءِ ويو هوس. اڇا چگّائي لاءِ ويو هئين ۽ برائي ۾ ڦاسي ويئين. نہ تعارف ڪراياائين ۽ نہ وري گهڻو بحث ڪيائين، چيائين پلي وڃو. در تي جيئن ئي پهتس اکين تي وري پٽي ٻڌي ويئي، چاڙهين تان لاهي گاڏيءَ ۾ ويهاري اڇي ڪٽي تي اڇلاياائون.

جيئن رات ٿي تہ پر ۾ ڪٽي تي پيل غلام مصطفيٰ کي چيم تہ، "سمجهان ٿو تہ اڄ مون کي ڪنهن مئجسٽريٽ وٽ پيش ڪيو ويو آهي." جواب ۾ چيائين تہ، "تنهنجي رِٽ پٽيشن لڳي ويئي آهي، هاڻ توکي ڪجهہ بہ نٿا ڪري سگهن. بہ ٽي ڏينهن اڇا پيچا ڳاچا هلندي پوءِ وهاري ڇڏيندئي." اهو بہ چيائين تہ، "مون کي هاءِ ڪورٽ ۾ پيش ڪيو اٿن، توهان کي بہ هاڻ پيش ڪندا."

13- جنوريءَ جي ٽيپهريءَ جو مون کي آفيس ۾ گهرايو ويو، جتي ساڳي آفيسر چيو تہ، "ڊاڪٽر ڪنهن سان ملندين؟" مون چيو تہ، "والد صاحب سان ملائيندؤ تہ مهرباني ٿيندي."

وري پلٽو کائيندي چيائين تہ، "ڊاڪٽر ڪالهہ توکي اهو ٻڌائڻ وسري ويو هو تہ پٺ شاهہ تي ٿيندڙ ڪانفرنس ۾ جيڪي هندستاني ماڻهو آيا هئا، اهي تو وٽ رهيا يا حيدر شاهاڻيءَ وٽ." مون وراڻيندي چيو تہ، "نہ مون وٽ رهيا آهن نہ وري حيدر شاهاڻي وٽ. نہ وري اسان جو اهڙو واسطو آهي." "ڊاڪٽر ڏس آئون تہ توهان سان ڪونہ وڙهيو آهيان، ڪنهن وٽ رهيا آهن ٻڌاءِ؟" آئون پرزور ترديد ڪريان ٿو تہ "اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪانهي." خير توهان تياري ڪريو، توهان کي توهان جي والد صاحب سان ملاقات ڪرايون ٿا، پر اتي روئڻ ڪان پاسو ڪج. "ڇو روئندس؟" مون کيس چيو. ٿوري تياري ڪان پوءِ گاڏي ۾ وهاري هڪ جڳهہ اندر آندو ويو، جتي منهنجي پٽي کولي ويئي. جيئن اندر

داخل ٿيس تہ ابا اڳي اندر ويٺو هو. ڪيس پيرڻ تي هٿ رکي حال احوال ڏنم تہ اچان خدا خير ڪيو آهي، اڳتي الله مهر ڪندو. ڪابہ گهبرائڻ جي ڳالهہ ڪانهي، ٿوري ڊيگهہ تي وڃي تہ ان لاءِ تيار رهندا، جو تہ هي سيڪجهہ ڪري سگهن ٿا. پوءِ حال احوال ڏيڻ ويٺو تہ هاءِ ڪورٽ ۾ ڪوبہ ڪيس پيش نہ ڪري سگهيا آهن ۽ شنوائي 14- جنوري تي رکيل آهي. آئون ابا ڏانهن چتائي ڏسي رهيو هوس. هو پُر اعتماد لڳي رهيو هو. اها ڳالهہ شايد مون سان گڏ ويٺل ميجر بہ محسوس ڪئي هوندي. ڪلاڪ کن ملاقات ڏني ويئي، پوءِ بابا جي پيرين پئي ڪانئس موڪلائي، سرڪار نامدار جي گاڏي ۾ سوار ٿي، اچي ساڳي ڪٽن تي ڊيري تي ڪريس.

پڇا ڳاڇا پوءِ بہ جاري رهي، ٻن ڏينهن کان پوءِ اهو ٽيم جو بالا آفيسر گجندو، گڙندو، اچي مون مٿان ڪڙڪيو، ”ڊاڪٽر ٻڌاءِ! اسان کي سڀ خبر آهي، اسان تنهنجي منهن مان اهو ٻڌڻ گهرون ٿا. تعاون نہ ڪندين تہ ٻيو تشدد جو رستو آهي، اهو صرف توکي ٻڌائڻ آيو آهيان.“ پڇاڙي ۾ اهو چوندو ويو تہ، ”تيندو اهو جيڪو منظور خدا هوندو“ اچان اهو آفيسر منهن تان مڙيو تہ ساڳيو ميجر اچي پهتو، بہ ٿي اچا پنا هٿن تي کنيو آيو. ”ڊاڪٽر هنن تي صحيح ڪريو.“ اها سنت سڄي سنگت نيايو ويني هئي، صلاحڪارن بہ چيو تہ انهيءَ جي ڪابہ معنيٰ ڪانهي، هرويرو پادر نہ ڪاءِ، صحيح ڪري هتان نڪرڻ جو بندوبست ڪريو. اڳيان ڪورٽون کليون پيون آهن، ويندا سون نڪري. منهنجو ضمير قبول نہ پيو ڪري، مون لاءِ اها انتهائي شرم جهڙي ڳالهہ هئي. اها ذلت ڀري گهڙي جيڪا زندگيءَ لاءِ ٽڪو چوان تہ گهٽ نہ ٿيندو، هو اچن پنن تي صحيحون وٺي ويا، اهوئي آخري امتحان جو وقت هو. انهيءَ گهڙيءَ جي

اڄ بہ ڪڙاڻ محسوس ڪري رهيو آهيان. اهوئي تہ پرک جو وقت هو، جنهن لاءِ پادر ڪاڏم، اوجاڳا برداشت ڪيم، سچي محنت تان پاڻي ڦيري ويٺس ۽ بازي هارائي ويس. اها صحيح اڳتي هلي مُنهنجيءَ ڳچيءَ ۾ پئجي ويئي. اهو ضمير جو ڪڙو سوال منهنجي ذهن تي تري آيو تہ، دودا! جنهن رستي تي تو شعوري طور هلڻ پسند ڪيو آهي، ان جي حاصلات لاءِ، جنهن پنڌ تي هلڻ ڪري اڇي ڏاڙهي واري پيءُ کي دربدر ڪيو اٿئي، جنهن راهہ تي هلندي، تنهنجي ماءُ تنهنجي منهن ڏسڻ لاءِ سڪندي سڪندي مري ويئي ۽ جنهن لاءِ تو پنهنجي انمول زندگي کي وقت جي هر آمر اڳيان اڇليو آهي. اها گهڙي ڪيڏي ڳري هوندي آهي، جڏهن ماڻهو ڪين جهڙن ماڻهن جي پيرن جون نوڪرون، تڏا ۽ گاريون ڪائي ٿو. پنهنجي والدين کي پوهي ۾ ڏيئي، انهن جون راتيون ڪتڪن ۽ وسوسن پسريل اوجاڳن ۾ وڃائي ڇڏيئي ۽ پوءِ هتي ويهي دوستن جا نالا ڪٽي، پنهنجي جند ڇڏائڻ لاءِ ڪميٽپ تائين هيٺ لهينءَ تہ پوءِ اهو رستو ورتي ئي ڇو؟ سياڻي اخبارن جو سينگار بنجي، ماءُ ۽ پيءُ جي اوجاڳن، ارمانن کان وٺي ٿج کي لڄائي، هڪ جيڏن ۾ شرم سار ٿيڻ کان بچ. اهو دل کي ڏڍ ۽ ويساهہ پڪو ڪري، هي سڪو سچو درياءَ امتحانن جو اُڪري پار پيس، مڙسي ۽ همت سان ثابت قدم رهيس. اهو سڀ ڪجهہ پار ڪندي، هن گهڙيءَ هٿ سان وڃائي رهيو هوس. پڳهر مان شل تي ويس، صحيح ڪندي ميجر کي چيم تہ، ”صاحب پارت هجي.“ هو چوي تہ، ”اٿون انسان آهيان. خدا کان دعا گهرو اهو رحم ڪري سگهي ٿو.“ اهو اڇو پنو ۽ صحيح جنهن جي آڌار تي هندستان جو ايجنٽ بنجي ويس. اها خبر ملاقات تي ياءُ رمضان ٻڌائي.

پوءِ بہ پڇا جو ڊيرو رکيو ويٺا هوندا هئا، ڪڏهن وڏو آفيسر اچي

ڪولڻ جي ڪوشش ڪندو هو، اهو ميجر تہ روز پيو پڇا ڪندو هو، پر هاڻ ٿورو وقت وٺي رهيا هئا، وقت ڳنڍي ڪاٽي رهيا هئا. پوءِ ٿورن ڏينهن اندر وهاري ڇڏيائون.

اڪين تي پٽي جيڪو آزار ڪندي آهي، ان جو پتو تہ اسان کي آهي، هڪ ڏينهن جيئن ئي پٽيءَ کي هلڪو ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم تہ ڪرنل ڏسي ورتو، ڊيوٽي تي لڳل سپاهين کي دٻ پتياٿين تہ، ”ڊاڪٽر ڏسي رهيو آهي.“ جن اچي مون کان پڇيو تہ ”ڇا تو ڪنهن کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؟“ مون هنن کي سچي ڳالهہ ٻڌائي تہ پٽيءَ اکين تي سخت بار ڪيو هو، ان کي ٿورو هلڪو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.“ ان تي سپاهي چيو تہ، ”ڊاڪٽر! صاحب اسان جو تہ منهن پٽي ڇڏيو آهي.“ ڪرنل جو خيال هو تہ ڪنهن ڏانهن ڏسي رهيو آهي. ان لاءِ آفيس ۾ گهرائي، پهرين تہ مون کي تڏو ليڪچر ڏيندي پڇياٿين تہ، ”ڊاڪٽر! ڪنهن کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هئين؟“ مون چيو تہ، ”ڪنهن ڏانهن بہ ڏسي نہ رهيو هوس.“ تنهن تي چياٿين تہ، ”هتي تنهنجو ساٿي هوندو بہ، تہ توهان جي ڪهڙي مدد ڪري سگهندو. ڪجهہ خيال ڪر نہ تہ پوءِ لتر لڳندا، پلا اهو توهان جي لاءِ صحيح ٿيندو.“ پوءِ ڏاڍي دٻ پٽي واپس ڪياٿين. ڊيوٽي تي لڳل سپاهين کي حڪم ڪياٿين تہ سيني جون پٽيون نئين سر چڪي ٻڌيون وڃن ۽ پٽي اندر ڪپهہ رکي وڃي، پوءِ پٽي اکين تي تاٿيل، پيو وري ان اندر ڪپهہ پريل، پٽي آزار ۾ اچي وياسون. انسان جي اها فطرت رهندي آئي آهي تہ جمندي عهد شڪن رهيو آهي، هيڪاري جنهن شيءَ جي منع ڪريو تہ پوءِ انهيءَ لاءِ سڀ ليڪا لتاڙي بيهي رهندو. اسان بہ ڪٿي تا رهون، پوءِ ڪپهہ کي اکين تي اهڙي نموني سان رکندا هئاسون، جو پري کان ڏسڻ

۾ اچي تہ مڙس قابو آهي، باقي هيڏانهن پنهنجو ڏنڊو بہ جاري رکيوسون.

انقلابي تاريخ شاهد آهي تہ جڏهن انقلابي ڪارڪن تشدد کان ونئي دابي دڙڪي ۾ نہ اچي، تہ پوءِ بيو وارو ڪنڌ جي گولين جو هوندو آهي. هاڻ پڇا ڪندڙ ٽيم پلٽو کاڌو، چون، "ڊاڪٽر! توکي سڌو ٻڌايون ٿا تہ، هر ڪنهن جي خواهش هوندي آهي، تہ هتان جلدي جيل پيڙو ٿئي، اسان سان تعاون ڪندين تہ ڪيسن کان بہ بچندين ۽ جلد جيل بہ موڪلي ڇڏينداسون نہ تہ پوءِ رهندين اسان جي ٽيپ ۾؟ سال بہ سال اکين تان پٽي نہ لهندئي!!" وري ساڳيا سوال وري شروع ٿيا، هيڏانهن ڪنڌ جي گولين جا فائر جاري هجن. "ڏسو ڊاڪٽر پار نہ ٿيو، جان ڇڏايو." هاڻ مون لاءِ نئين سر امتحان شروع ٿي ويو هو. اهڙي موقعي تي پاڻ تي ضبط رکڻ، اکين ڏٺو ايجنسين جي عذاب ۾ قيد گذارڻ ڪا معمولي ڳالهہ نہ هئي، ماڻهو هيڪر لڏي وڃي ٿو. انهيءَ گهڙيءَ مان پار پوڻ وڏي ڳالهہ هوندي آهي. منهنجو وري بہ ساڳيو مؤقف رهيو، جيڪو پهرين کان ورتو هئم. ان هٽ ڪڍيا تہ وري ڪرنل وٽ پيش ڪيو ويو. اهو تکڙ ۾ چوندو ويو تہ، "ڊاڪٽر! توهانجا ڪهڙا ماڻهو هندستان اچن وڃن ٿا؟ جلدي ٻڌاءِ ـ ٻڌائڻ ۾ فائدي ۾ ويندين." "اسانجو ڪوبہ ماڻهو هندستان نہ وڃي ٿو نہ اسان جا اهڙا واسطا آهن." مون وراڻيندي چيو. "بابا تعاون ڪر ڪيسن کان بچ." منهنجو ساڳيو جواب هجي. "ڊاڪٽر کي ڪيسن جي پرواهہ ئي نہ آهي، چاڙهيو ڊاڪٽر کي ٽڪنڪيءَ تي.30- سيپٽمبر بہ تو ڪيو آهي، جهنڊو بہ تو ساڙيو آهي، هندستان جا ايجنٽ بہ توسان مليا آهن." ويو ڪاوڙ ۾ الزام هڻندو. تڏو ٽينڊي منهنجي مٿي تي هٽ ڦيريندي چوي ٿو، "ڊاڪٽر سوچيو، توهان کي ٿوري مهلت ڏيان ٿو." پوءِ مون کي وري اچي واپس ڪٽڻ تي اچلاياڻون.

اهو لکندي، چوندي، برملا اظهار ڪندي مون کي ڪابہ هٻڪ يا جهجهڪ محسوس نہ ٿي ٿئي تہ آئون جيئي سنڌ جي سچي لڏي ۾ تمام ڪمزور ۽ صلح پسند ماڻهو رهيو آهيان؛ مون نہ ڪڏهن ڪنهن کي چماٽ هنئي ۽ نہ ڪليل طرح يا پس پرده ڪنهن سان وڙهڻ ۾ شريڪ رهيو آهيان، نہ وري ڪڏهن شاگردن جي هڪٻئي سان ٽينڊڙ جهيڙن ۾ حصو ورتم ۽ نہ زندگيءَ ۾ ڌاڙو هنيم، نہ ڪنهن شاشو خان سان سنگت رهي، نہ راڄو ٻڌي ان صف ۾ شامل ٿيس ۽ نہ وري شاشو خان ٽيڻ جي سڌ رهي. منهنجي هٿن ۾ سدائين ڪتاب رهيا، هاسٽلن جي ونگ ۾ رات ڏينهن ڦرندو تبليغ ڪندو رهيس ۽ هر روز هر هاسٽل جو چڪر ڏيندي آزاديءَ جو پيغام پهچائيندو رهيس. هاسٽل کان ڪاليج تائين پهچندي پهچندي، ڪڏهن گيٽ کان ئي واپس ٿيندو هوس. ٻائيڪاٽن جي اڳيان، پرائي ۽ پنهنجي جلسي ۾ تقرير لاءِ تيار، حضرت حسين رضي الله عنه ڏينهن کان وٺي سيرت ڪانفرنس يا ثقافتي ميلو هجي، اتي بہ اهائي تند تنوار. شب قدر جي رات هجي تہ غزل پڙهڻ لاءِ اڳين قطار ۾ حاضر. پنهنجي روم تي گهٽ حاضر هوندو هوس ۽ پاڻ کي هميشه فڪري پرچار ۾ مست ۽ مگن رکيم. اسان جي دور ۾ جيئي سنڌ جي اڳوائن لاءِ ضروري هو تہ، هو ڌاڙو هٽي يا مخالف ڌر سان جهيڙو ڪري. اهو ڪلچر ايڏو تہ وڌي ويو جو سرڪاري ادارن بہ اکيون پوري ڇوٽ ڏيئي ڇڏي. جڏهن اهي وڌي وڻ ٿيا، تڏهن سرڪار بہ ڪرت ڪٽي اڇي وڏڻ شروع ڪيو. اڄ جڏهن پوئتي نهاريان ٿو تہ اهي ڪلنگيدار، ڄامشوري جي زمين جا ناخدا، جن جي ڪمرنن تي رش، هاسٽلن مان نڪرن تہ شاگردن جا جلوس، يونيورسٽي ۾ صرف زميندار چڪر ڏيئي، ڪينٽين تي ويهي، سوين ڪوپ چانهہ جا پي جڳ جهان کي ٻانهون ٻڌندي، وقت کي ڪٽيندي، وري اهو جلوس واپس ورندو هو. هاڻين

جيڏا مڙس، وقت جا لڳندڙ ٻلوان، جن سان معصوم شاگردن جا ڪئين خواب سلهاڙيل، عجيب ڪتائون، بس آزادي اکين سان پئي ڏٺي. اها به ايڏي سولي جو چڻ ڪنهن مخالف شاگرد ڌر سان جهيڙو هجي. يلا ڄام شورا تنهنجي سر زمين تي دونهين دار تقريرون، جنهن سان يونيورسٽي آڊيٽوريم ته ڇا پر آسمان پيو لرزندو هو. مرڻ ۽ مٽجڻ جا قسم، ڌرتيءَ تان غلاميءَ جا داغ رت سان ڌوئڻ جا قسم، آزاديءَ ڪي ايندڙ مارچ تائين ماڻڻ جا اعلان، آزاديءَ جي ڳاڙهي ڪنوار کي مارڪيٽ حيدرآباد ۾ ملندڙ گلن جا ڳاڙها هار سمجهي، بس ڳچي ۾ پائڻ لاءِ آتا ۽ ڪنهن مٿان گلن جون ڇليون ورسائڻ لاءِ منتظر!! پر اهي سڀ خواب ڪافور ٿي ويا ۽ اهي خواب ڪک پن ٿي لڙهي ويا. انهيءَ ڄام شوري جي سر زمين تان انهن کي بيدخل ڪيو ويو، ڪيترا ڪيڏانهن گم ٿي ويا، ڪيترا وڃي سرڪار ۽ ايجنسين جا ٻولڙيا ۽ دهلڙيا ٿيا، اڄ اُهي افسانوي ڪردار ڳوليا به نٿا لين. هو هيڪڙ ٻيڪڙ پيو ڦري، سو نَڪ جي ڏاڍائي ڪريو، ڪن بچايو، سرڪار سان سرپر ڪريو وتي ڦرندو. هڪڙي شاشو خان جيل ۾ مون سان ڳالهين مٿان ڳالهيون ڪندي پڇيو ته ”هن بوٽ جي قيمت گهٽي هوندي؟“ اهو سندس پيرن ۾ پيل هو. مون چيو ته ”پنج سؤ روپيه.“ تنهن تي چياٿين ته ”توکي ڪهڙي خبر هي بالي جو بوٽ آهي، هن جي قيمت پنجويهه هزار روپيه آهي.“ جنهن تي مون پري محفل ۾ ڪوبه رک رکاءُ نه ڪندي چيو ته، ”لاٽو به پرائي پير مان هوندئي.“

جڏهن جيئي سنڌ جي اندروني ڪهاڻيءَ تي قلم ڪڻي رهيو آهيان ته اها به بي واجبي ٿيندي، جو جيئي سنڌ جي مثبت پاسي جو ذڪر نه ڪريان، سوين هزارين ڪارڪنن جا خواب هن تحريڪ سان وابسته هئا، جن ساپيا ڪي رسڻ لاءِ پنهنجي وسان ڪين گهٽايو هو، پيئر ٽاٽن تي، پائر

لاڪبن ۾، مائرون ۽ ڀينرون ٿاڻن تي ڪاهي آنديون ويون، والدين جا سرگس نڪتا، ڪارا منهن ڪري گڏهن تي گهمايا ويا، جيل ياترائون ۽ ٽڪنڪيءَ جا شهسوار بنيا، رسٽيڪيٽ ٿيا، اجل جي منهن پئي آمر ٿيا. نظرياتي ميدان تي سنڌ جي وجود ۽ بقا جي هلندڙ جنگ ۾ ڪاهي توڙي ساڃي ڏر، ويندي وفاق پرستن کي شڪست ڏيڻ ۾ اڳيرو رهيا. پر تنظيم اندر ڏوهي ڪلچر هيڏين محنتن، قربانين ۽ فتحن تان پاڻي ڦيري ڇڏيو، سندن خواب شيشي جي چوڙين وانگر ڇڻ ڇڻ ڪري اچي پٽ پيا. آئون ته ان پل پلان جي دور ۾ ان راڄ ڀاڳ جو ڪمزور پاتي رهيو آهيان، اڄ به پاڻ کي ڏاڏو مڙس يا طرم خان نه پيو سمجهان.

هتي ڪيئن ۽ ڪهڙي نموني سان فوجي اهلڪارن کي منهن ڏنوسين، جتي ساهه مٺ ۾ هجي ۽ زمين تي پير نه پيو ٽڪي. پوءِ ڪيڏي مهل خدا جا واسطا وجهندي، گوهيون ڏيئي، ڪين ٿيڙيندي، هٿڙيون هٽندي، بيٺون سيٺون ڏيندي، ڪيڏي مهل بهادري، ڪيڏي مهل پاڻ تي ضبط ڪندي وڃي چڙهياسين. پوءِ به ڪي پلهه آجا آهن ڇا؟ وري به ڏسان ٿو پاڻ پنهنجي حال ڪي، ته فخر ڪرڻ ڪان سواءِ رهي نه پيو سگهان. هاڻ ڪنڌ جون گوريون هڪ طرف ته آزاديءَ جا آسرا ٻي طرف هئا ۽ ڪيسن ڪان بچڻ جي آچا جنهن وقت آئون گرفتار ٿيس، تنهن وقت مٽي تي موڙ پڌڻ جا جتن ڪري رهيو هوس. هاڻ ته ان مسئلي سميت تنظيم جي عزت ۽ وقار ڪان وٺي ذاتي ۽ سياسي حيثيت جي پرک ٿي رهي هئي. منهنجي ذهن تي اهي اکر ور ور ڪريو اچيو اڳيان بيهن، ”تعاون ڪر نه ته پيو هوندين اسان جي ٽيپ ۾.“

جڏهن آسرو لاٿائون، ڪين پڪ ٿي ويئي ته ڪنهن به چوڪي چوٽي هيٺ سندن ڦنڌن ۾ نه پيو ڦاسان، تنهن ڪان پوءِ هڪ ڏينهن

ڪرنل گهرائي چيو ته، ”ڊاڪٽر توتي الزام آهي سنڌو ديش جو، سائين جي ـ ايم سيد ڪان پوءِ تون آهين، توسان هندستان جا ايجنٽ مليا آهن، تو پنج ست قتل ڪيا آهن.“ منهنجو وري به ساڳيو موقف هجي، جيڪا ڳالهه هنن کي اصل نه پيئي وڻي. هو چون ته جيڪي تنهنجي پيٽ ۾ آهي، اهو لڪائين پيو. مون سان وتائي فقير واري اڻ ـ هوند ڪم اچي ويئي نه ته پوڳ ٿين ها ڏاڍا. جيئي سنڌ ۾ سچائي کي هميشه رازداري چيو ويو آهي. هن سچائي خلق کي ڪنايو ۽ مارايو آهي، رڪارڊ وڏو ۽ داستان طويل آهي. پوءِ آئون الله تي رکي ويهي رهيس، جيڪي مقدر ۾ هوندو، ان کي قبول ڪندي ٻاهرين وڏي دنيا جي جاءِ تي، بند لاڪپ ۾ وچايل ڪٽي جي سوڙهي ۽ سڪڙيل دنيا کي آباد ڪندي سندن ٽيپ کي قبول ڪيم.

گهڻي وقت کان پوءِ پتو پيو ته هيءَ F.I.U جو هيڊ ڪوارٽر آهي. هتي مون سميت ٻين جي زندگي ڪيئن گذري رهي هئي، ڪيئن جيئرا انسان ڪٽن تي لڇي ڦٿڪي رهيا هئا. الله جي اڳيان ٻاڪارون، آزيون نيازيون، آهون ۽ دانهون هجن، مڙس سڪي ڪانيون ٿي ويا هئا. هتي جي دهشت، وحشت، نفسياتي دٻاءَ ۽ اندر جي پيڙا جو ٻاهرين لاڪپن سان ڪوبه مقابلو نٿو ٿي سگهي. جتي ماڻهو سماجي سرگرمي کان ڪٽجي وڃي ٿو. اکين تي پٽيءَ سان نور جي روشني کان وانجهجي وڃي ٿو، جڏهن جسم جي چرپر به سندس وس ۾ نه رهي، جڏهن دل جي دنيا ويران ٿي وڃي، حسين خوابن جي جڳهه تي ايندڙ وقت جو خوف، اُلڪا، اوجاڳا، خوابن کي ڪتڪا، نيم خواب راتيون، جي ڪٽڻ جي نه ڪن ۽ ڪٽن تي ڏينهن، جيڪي لهڻ جي نه ڪن. اکين تي پٽي جنهن ڪري زندگي جي چرپر سڪڙجي ڪٽي تائين محدود ٿي وڃي، جسماني

چربر ٿپ تي وجي، اکين تي پٽيءَ جي بار ڪري نه ننڊ تي آئي نه وري وهڻ تي آيو. جن ڪي گرفتار ٿئي ڪي مهينا گذري ويا هئا، اهي پنهنجا ڪنڌ جهليو نٿي سگهيا. پٽي ڪنڌ کي هيٺ ڇڪڻ جي ڪوشش ڪري، ته ڪنڌ وري مٿي ٿيڻ تي زور پري. هن ڪشمڪش ۾ ڪنڌ جون رڳون سور ۾ ونجي ويون هيون. پٽي صرف ڪپڙي جو نالو نه آهي، جيڪا وقت گذرڻ سان ويندي آهي، پنهنجو اثر ڇڏيندي. سندس ڇڪ، تڻڪ ۽ ڪنڌ جي ڏوڻ، سِري جي سٽ جو پتو انهن کي آهي، جن جو پٽيءَ سان پلئه پيو هوندو. نظر کان سواءِ زندگيءَ جو ڪهڙو سواد؟ سندس ميناج لطف ته نيٽن جي مرهون منت آهي، پوءِ نه ماني کائڻ ۾ مزور ۽ نه وري چانهه جي چسڪيءَ جي لذت جو احساس. ٽوٽا ڏيئي ماني کائي، هٿوراڙيون هٿي پاڻي پيئٽو، هن حال ۾ هيڊ ڪوارٽر جي هر رات اسان کي ڏاڍي ڏکي لڳندي هئي. هر رات ڪنهن نه ڪنهن دوست کي پيچا لاءِ وٺي ويندا هئا، پوءِ ته جهڙوڪر سيني کي وٺي ويا. پيرن جي آهٽ تي ڇرڪ، هر کڄندڙ قدم جهڙوڪر مون ڏانهن پيو اچي. هر وقت کلندڙ تالو، بس جهڙوڪر منهنجي ٻانهن ۾ هٿ پيو. اهڙي ذهني ڪيفيت ۾ پنهنجو پاڻ تي ضبط رکڻ ۽ پاڻ کي بچائڻ وڏي ڳالهه هوندي آهي. جتي دباءُ ۽ پيڙا بدن جي سڄي تاجيءَ سان اُٿت تندون تندون ٿي وجي، جتي نه زمين تي پير ۽ نه آسمان ۾ اٽڪيل. اهڙي وقت ۾ جڏهن ڪٽن تي ڳهريا پيا هوندا هئاسون ته اسان جي ان حالت تي هڪ پهريدار سپاهيءَ اچي اردو جو غزل پڙهندو هو:

گلا نہ کر شکوا نہ کر یہاں کوئي تیرا نہیں.

تڏهن سچ پڇو ته منهنجي اکين مان ڳوڙها پڌل پٽيءَ جا بند پيچي، جهول جو سڪل تلاءُ پري ڇڏيندا هئا. تڏهن آئون پاڻ تي ضابطو رکڻ لاءِ

وڏي مشڪل ۾ پئجي ويندو هوس، نہ ڪٿي تيءَ ٽڪي سگھندو هوس نہ ڪٿي تان اُڏامي سگھندو هوس. اهڙي دنيا ۾ هر ڪنهن جي لبن تي اها دانهن ۽ آهہ هوندي هئي تہ مولا هتان ڪڍ، رحم ڪر، جيل قبول آ، بس رحم ڪر. هتي هڪ رات ۽ ڏينهن بہ گذارڻ مشڪل هوندو هو، پر هي ڏينهن ۽ راتيون هن دفعي وڃي، مهينن ۽ سالن کي ڏڪ هنيو هو. هن سڄي صورتحال تي هڪ دوست جو تبصرو هوندو هو تہ، ”اڳي بہ ڪارڪن گرفتار ٿيا آهن، پر اهي وڌ ۾ وڌ مهينو رهيا آهن، هاڻ ڪو چڪر ٿي پيو آهي، جو مهينن جا مهينا گذري چڪا آهن. ڪنهن کي بہ ڪونہ ٿا جيل موڪلين، پڪ سيني کي ڪورٽ مارشل ڪندا ۽ سزائون ڏيئي پوءِ جيل روانو ڪندا.“ تجربي وارن دوستن کي خبر هئي تہ ڪورٽ مارشل يعني پندرهن سال ٺيپ. گھٽن کي اها خبر نہ هوندي هئي، پوءِ هو ڏاڍو لچندا ڦٽڪندا هئا تہ، بس مون کي ڦاسي ڏيندا. يار هڪ جوان، نڌڪو، نہ بيان، نہ رِٽ پٽيشن ۽ نہ ملاقاتي ـ ادا هي مون کي ڦاهي چاڙهيندا. هڪڙي ڏينهن وڃهہ وٺندي، مون کان پڇيائين تہ توتي ڪيس ڪهڙو آهي؟ تو واري ساڳي ڪورٽ مارشل ـ چيائين، توکي!! ها! يا الله مري وياسون، ادا هي ڪونہ ڇڏيندا. آئون ڪيس چوان تہ دل نہ هار دلبر آسمان ٽٽو، تہ بہ پنج سال سزا. ”يلا توتي تشدد ٿيو آهي؟“ مون پڇيو. ”حيدرآباد ۾ ڏاڍو وڙهيا آهن، هتي رڳو ڪلها ڪٽيا اٿن ۽ گوڏا ڪڪين ۾ هنيا آٿن.“ دل ۾ چيم تہ هر ڪنهن جو پنهنجو نصيب ڪنهن جا ڪلها ٽا ڪنجن تہ ڪنهن جي ڳُتيءَ. هڪ دوست چيو تہ، ”يار مون تي تاريخي تشدد ڪيو اٿن، ڏاڍو رلايو اٿن. جيڪا مار کائي آيو آهيان ان جو نہ پڇ هتي بہ هلڪا هلڪا شاٽ هنيا اٿن. سندن زور آهي تہ بيگم پٽو تي بيهہ. هيڏانهن اَسان جو هي حال آهي، ٻاهريان اسان تي الزام هڻن تہ ايجنسين جا ماڻهو آهيون!! ادا هيءَ تہ سڀ ڪجهہ سهي

ويندا سون، پر پوءِ ان جو لاپ پاڻ کي ڪونہ ملندو. مڊل ڪلاس جي سياست جو ڪوبہ مستقبل ڪونهي.“ ها اهو هو غلام مصطفيٰ کورائي.

سچ وڏو ڏوهاري آ،
روز ازل کان پڪڙيو ويو آ.
ڳولي ڳولي ماريو ويو آ،
تيل ڪڙهائي ۾ ڪاڙهيو ويو آ.
پٽ مٿان اڇلايو ويو آ،
جنهنجي من ۾ ڪاٺ هٿي ٿو،
تنهنجو سارو جيءُ ڪٽي ٿو.
اڄ تو وٽ مهمان ٿيو آ،
توکي خبر ڪنهن سان تنهنجي ياري آ،
سچ وڏو ڏوهاري آ.

جنوريءَ جي آخري ڏهاڪي ۾ اسان سيني کي هيڊ ڪوارٽر مان ڪڍي پٺي هنڌ بدلي ڪيو ويو. اهو F.I.U وارن جو سڀ جيل هو. اسان سيني کي جدا جدا سيلن ۾ رکيو ويو. جنهن سيل ۾ مون کي رکيو ويو، انهيءَ ۾ جيئن ڪٿن کي چندي رهيو هوس تہ وهاٽي هيٺان هڪ نظر جو چشمون، ڪپڙي جو وڳو ۽ گدي پيئي هئي، جن کي مون سڃاتو، اهي آريسر صاحب جا هئا. سندس بيل چشمو ڏسي مون کي عمر مختيار جي فلم جو اهو منظر اکين اڳيان اچي ويو، جنهن ۾ عمر مختيار ڦاسي تي چڙهڻ وقت چشمون زمين تي رکي ڦاسيءَ جي ڦندي ۾ ڪنڌ ڏيئي، هميشه لاءِ امر ٿي ويو. ماڻهن جي ميڙ مان هڪ ننڍڙو نينگر

ٻوڙندي اهو چشمون ڪٽي ٿو، آئون به ان پار وانگر سائين جو چشمون ڪٽان ٿو. پوءِ آريسر ته اڃان زنده آهي، هن واري آريسر صاحب جو جسماني طرح انت ٿي ويو آهي يا وري روحاني طرح. ان تي آئون ڪوبه تبصرو نٿو ڪريان، اهو ايندڙ وقت ٻڌائيندو. هتي رهڻ کان پوءِ پتو پيو ته هن سب جيل ۾ تقريباً ڏهه سيل هئا، هر هڪ سيل ۾ هڪ قيدي بند ڪري رکيو ويو، ڳالهائڻ تي هتي به سخت بندش هئي. پر هتي ڪجهه ماحول بدليل هو، جنهن ۾ اکيون کليل رهيون، سمهڻ لاءِ بسترو ڏنو ويو جنهن ۾ هڪ چتر به ڪتا ۽ سادو وهاڻو. پهري تي سپاهي سادن ڪپڙن ۾ ڦري رهيا هئا، جيڪي پنهنجي ليکي سخت چوڪس هئا، پر بندش انسان کي ڪٿي ٿي روڪي سگهي!! منهنجي پر ۾ فضل سميجو بند هو، جيڪو اڪبر چانڊئي سان هر هر ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو، نيٺ مون کان به پڇيائين ته ڪير آهين؟ ”دودو.“ مون جواب ڏنو. اهو هن لاءِ وڏو تعجب هو ته تون به هتي اچي پهتو آهين. مون چيو ”ها“ هڪ دفعي اڪبر کان پڇيائين ته ”توسان وڙهيا آهن؟“ چيائين ”دڙڪا دهمان ڏڪا ڏوما سان گڏ اوجاڳا پڻ ڏنا اٿن،“ پاڻ اڪبر کي چئي رهيو هو ته ”مون سان ڏاڍو وڙهيا آهن ۽ ڳڻي ۾ مرچ وڌا اٿن، خصيا مهٽيا آهن ۽ پيو به ڪجهه ڪيو اٿن.“

ڪوليءَ ۾ جيئن اکين تان پٽي لٿي ته دنيا کي ڏسڻ لاءِ اچي در تي بيٺس، نيڻ نهار تائين پٽين جي ڇتين مٿان نيرو آسمان ڏسي رهيو هوس. اها ڳالهه پهري تي لڳل سپاهي کي نه وڻي، پوءِ اچي مون کي چيائين، ”در تي بيهڻ سخت منع آهي ۽ ڏوهه آهي، ٿورو اندر ٿي رهه.“ پر آئون وري اچيو ڪوليءَ جي در تي بيهان. نيٺ مون کي ان سيل مان ڪڍي، ٻئي پاسي سيل ۾ بند ڪيو ويو. اهڙي طرح اسان کي

اڪيلائي سهي، پر اڪيون ڪليل ۽ بند سيل جي زندگيءَ نصيب ٿي. هيءُ اسان لاءِ وقفو هو جيئن ڪجهه آرام نصيب ٿئي ۽ ڊپريشن مان قيدي ٻاهر نڪري. هتي اسان سيني لاءِ باٿ روم هڪڙو هوندو هو، جنهن ۾ هڪ حصو باٿ لاءِ ۽ ٻيو خصو حاجت لاءِ ٺهيل هو. حاجت لاءِ جيئن اندر ويس ته R.H جي نالي سان اپيل لکي پيئي هئي ته پنهنجا نالا لکو. ڪيترن دوستن ان اپيل جي وراڻي به ڏني هئي، جنهن ۾ منهنجو نالو به لکي ڇڏيائون. هونءَ به مون ڪڏهن اسڪول ۾، ڊيسڪن تي ۽ ڀتين تي نالو نه لکيو آهي. اڳتي هلي پتو پيو ته اهو R.H گهنشام هو. اصل ديوان جي منڍي ڪا ماڻ ڪري وهڻ جي هئي ڇا؟ گهنشام هندو هئڻ جي ناتي سڄي ويو آهي، جيڪڏهن شعور ويٺل هجي ها ته هي گهٽن خانن کان به خان اڻ موٽ نوجوان آهي،پر سندس هن خطرناڪ رستي تي هلڻ ته ڇا، پر عزت سان به رهڻ جو مستقبل محفوظ نه آهي. گرفتاري دوران نه ڪنهن تي بڪيو، نه گواهه بيٺو، سزا قبول ڪيائين، سر سٽ ۾ ڏنائين، سُر نه وڃايائين.

ڪجهه هفتا هتي رهڻ کان پوءِ وري اسان کي آفيسن ۾ گهرايو ويو. ساڳيا آفيسر ساڳيا سوال. ساڳي رام ڪٿا. ڪرنل چوي ته، "ڊاڪٽر دودا! تون هيڏو وڏو ليڊر هندستان ڇو نه ويو آهين؟" "هرويرو ڇو وڃان، مون کي ڪنهن ملڪ ڏسڻ جي خواهش آهي ته اهو ملڪ لنڊن آهي." "ڀلا ٻڌاءِ ته مستقبل ۾ سنڌ جو ڇا ٿيندو ۽ ڇا ٿيڻ وارو آهي؟" مون وراڻيندي چيو ته "غيب جي خبر خدا کي آهي." هن واري ڀيرا ۾ اضافو اهو ٿيو ته جيئي سنڌ جي ٽنهي گروپن جي مرڪزي عهديدارن جا نالا لکيا ويا. ڪنهن جا آيا ٿي، ڪنهن جا نه. آئون چوان ته هاڻ اسان جو ڪوبه هڪبئي سان واسطو نه آهي. هو چون ته توهان

سيني جو بنياد جي ـ ايم سيد آهي. توهان ۽ بين ۾ اهو فرق آهي تہ هو عدم تشدد ۾ ايمان رکن ٿا. توهان مسلح جدوجهد ۾ ايمان رکو ٿا. هن واري هفتو رهڻ کان پوءِ ـ وري اچي سب جيل جي سيل ۾ چڙهيائون.

هتي روزمره جي زندگيءَ ۾ هي ڪم ڪندا هئاسون، ڪمري جي صفائي، سيخن کي ڪپڙو هڻڻ ۽ پليٽون ڌوئڻ. پيئڻ جي لاءِ پاڻي باهر ڪٽليءَ ۾ رکيل هوندو هو، جيڏي مهل ضرورت ٿي تہ پاڻي ڏيندا هئا.

هتي پيچا ڳاچا ۾ هٿ جي صفائي ضرور هلندي هئي، باقي بين جو رويو انتهائي احتياط وارو هوندو هو. هتي بہ وضو ۽ وهنجڻ جا ٽائيم مقرر هوندا هئا، هر ماني جي ٽائيم تي پيچا ڪئي ويندي هئي تہ ماني ملي يا نہ. روز ڊاڪٽر جو نمائيندو ايندو هو. هفتي ۾ هڪ دفعو ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ صابڻ ڏنو ويندو هو، وهنجڻ لاءِ بہ اهو استعمال ڪيو ويندو هو. هيٺين صفائي لاءِ بال صفا صابڻ ڏيندا هئا. اسان تي ڊيوٽي لڳل سپاهي پاڻ کي خادم چورائيندا هئا ۽ پاڻهن مان جيڪي جهلي حاجت وغيره لاءِ وٺي ويندا هئا ان کي استاد چوندا هئا. هڪ استاد مخصوص انداز ۾ چوندو هو تہ، "ڊاڪٽرا هي صابڻ وٺو ان سان ڪپڙا بہ ڌوءِ ۽ وهنجو ۽ هي وٺو مال مسالو." اهو مال مسالو بال صفا صابڻ هوندو هو، جيڪو ڪيريءَ جهڙو ڪارو ڪنو ڏپ وارو هوندو هو، لڳائڻ سان اصل ڪل سـاڙي ڪاري ڪري ڇڏيائين. لڳائڻ وقت اهڙي تہ چڙ ۽ نفـرت ايندي هئي، پر مجبور هئڻ سبب اکيـون.پوري اهو بہ سـور سـهندا هئاسون. ماني حسب معمول صبح جو پوري ۽ چانهہ جو ڪوپ. نوين وڳي پڪوڙا، نمڪ پارا ۽ سمبوسا واري واري سان چانهہ سان گڏ. ٻارهين وڳي مانيءَ ۾ دال، ڪڏهن چڻا تہ ڪڏهن مسور. شام جو چار

ڏينهن وڏو گوشت، هڪ ڏينهن ننڍو گوشت، اڱاري ڏينهن ڪڪڙ جي پوڙ جو رهو، اربع ڏينهن سائي ڀاڄيءَ سان گڏ ڪير ۾ چانور رڌل ۽ خميس جي شام جو چانور وغيره. هن عرصي دوران بڙي ڪاني جو ڪائڻ به نصيب ٿيو، جنهن ۾ شامي ڪباب ۽ مٺا چانور اضافي طور ڏنا ويا هئا.

رمضان شريف جو مهينو به بند سيل جيِ زندان جي ڏينهن ۾ اچي مٿان پيو، قابو هئڻ سبب، هتي بدن جي چرپر لاءِ ۽ ذهن کي تسڪين ڏيڻ لاءِ نماز ۽ روزي جو سهارو وٺڻو پئجي ويو. هونءَ ته نماز ۽ روزو رکڻ جهڙوڪر پلجي ويو هوس، پر هاڻ هتي اها قضا به ڪانه ٿيندي هئي. مٿان وري روزا اهي به نياڻٽا پئجي ويا. دنيا جو هر اهو ڪم جنهن ۾ هڪ پابندي هجي ۽ بيو ان مٿان ڪنهن جو پهرو لڳل هجي، اهو نڀائڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي. نماز سان ته وري مختلف ٽائيم لاڳو، انهن تي اٿي الله جي عبادت ڪرڻ مسئلو هو، پر الله تي رکي روزا رکياسون ۽ وياسون اهو امتحان به چڙهي، جنهن جو اجر الله ڏيندو. عيد به بند ڪوليءَ ۾ ملهائڻي پئجي ويئي. هن ڏينهن تي ڪيترائي آفيسر عيد ملڻ آيا، مٺائي ڏنائون، عيد مبارڪ ڏنائون ۽ ٿورو ٿورو بحث به ڪن پيا. هڪ آفيسر کي چيم ته، ”گهٽي وقت کان پوءِ نماز شروع ڪئي آهي، روزا به رکيا آهن، اهو به ڪورس پورو ڪيم.“ اتي هڪ آفيسر کان رهيو نه ٿيو ۽ چيائين، ”جيڪو هاڻ اصل ڪورس اچي پيو، ان لاءِ تياري ڪريو.“ معنيٰ ته اسان جي لاءِ اڳتي اجان پادر پسيا رکيا آهن.

هتي هڪ اهم واقعي تي به لکڻ ضروري ٿو سمجهان ته 15-مارچ 1993ع تي مون کي فوجي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو. پر شاهد به گهرايا ويا، ان کان اڳ ڪورٽ جي سربراهه مون سان هيڏانهن هوڏانهن جو ذڪر ڪندي چيو ته، ”توهان جي تحريڪ صحيح آهي، توهان جون

شڪايتون پنجاب ڏانهن واجب آهن، پر اها تحريڪ غلط هٿن ۾ هلي وئي آهي. اٿين نہ ٺيڪ گهرجي ها، مون تنهنجو رڪارڊ پڙهيو آهي، تو زندگيءَ جو گولڊن حصو جيل ۾ گذاري ڇڏيو آهي. آئون توکي پرسنل ٿو چوان تہ سياست مان هٿ ڪڍي وٺ ۽ ملڪ ڇڏي لنڊن هليو وڃ. هيڏي توکي ڊگري آهي، اتي باقي زندگي سٺي گذرنديءِ." مون کيس چيو تہ، "مون وٽ ايترا پئسہ ڪونهن." هو ڇتائي ڏسي رهيو هو. پوءِ ڪورٽ شروع ڪئي ويئي. شاهد بنا تعارف ۽ قسم کڻڻ جي مون تي الزام پڙهائي رهيا هئا. ميجر اهي پينسل سان اڇي پني تي لکي رهيو هو، جنهن ۾ شاهد الزام هڻندا رهيا تہ، توتي سنڌو ديش ناهڻ جو الزام آهي، تون 30- سيپٽمبر ۾ ملوث رهيو آهين. تو جهنڊو ساڙيو آهي، توسان هندستان جا ايجنٽ مليا آهن. مون هر ڪنهن الزام جو ترتيب وار جواب ڏيئي کيس مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ميجر چوي تہ، "ڊاڪٽر توتي هيءُ ڪيس اسان کي هلائڻو آهي، پر ڪورٽ ۾ تنهنجي درخواست هلندڙ آهي، پهرين اتي فيصلو ٿيڻو آهي، ڏسون تہ فيصلو ڪنهن جي ٿو حق ۾ وڃي." مون کي چيائين تہ، "تو مئجسٽريٽ اڳيان ڏوهہ قبوليو آهي، جتي تون تہ اڪيلو هئين ان ڪري اڇي هتي شاهدي ڏي." مون کيس چيو تہ، "اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪانہ ٿي آهي، مون ڪابہ قبول داري ڪانہ ڪئي آهي: پيو ڪو پلي اڇي بيان ڏي، پوءِ اهو مون کي قبول آهي. باقي هتي مون کي سچو هٽي اڇي پني تي صحيح ورتي وئي آهي." "ها پوليس ۽ ايجنسيون ڪنهن کي وٺنديون آهن، تنهن کي آساني سان ٿوروئي ڇڏينديون آهن." ميجر ورائيو: وري مون کي چيائين تہ، "تنهنجي جوابن مان لڳي ٿو تہ تو سياست ۾ رهڻ جو پڪو پروگرام ڪيو آهي، آئون توکي وري بہ چوندس تہ سياست ڇڏي وڃ تہ تنهنجي لاءِ پلو ٿيندو."

مون کي وري واپس وارڊ ۾ ڇڏيو ويو. عيد کان ٻه ڏينهن اڳ رمضان ملاقات تي آيو. چيائين ته، ”آصف زرداري آزاد ٿي ويو آهي، ڪيس نياٿي ٻه جائي آهي. ڪيترن ئي وزيرن صدر جي حق ۾ استعيفائون ڏيئي ڇڏيون آهن، الذوالفقار وارا ٻه ضمانت تي ڌڙا ڌڙ آزاد ٿي رهيا آهن. اتي ملاقات مهل ويٺل آفيسر چوي ته سڀ آزاد ٿي ويا آهن، صرف تنهنجو اڪيلي جو مسئلو آهي، توتي اعتبار ڪري، اسان توکي آزاد ٻه ڪريون پر وري وچي ساڳي هلڙ بازي ۾ مشغول ٿيندين. آفيسر اڳيان رمضان جي رپورٽ تي تبصرو ڪندي چيم ته 1993ع اليڪشن جو سال آهي، جنهن کي ڪير ٻه روڪي نٿو سگهي. آفيسر چوي ته اليڪشن نه ٿيندي، ملڪ اهو خرچ برداشت نٿو ڪري سگهي. مون ورائي ڏيندي چيو ته، ”منهنجو ته اهو اندازو آهي. باقي اڳتي ڏسون ته ڇا ٿو ٿئي؟“

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اسان کي سٻ جيل مان ٻاهر ڪڍيو ويو. جڏهن ٻه اسان کي هڪ ٽيم کان ٻي ٽيم جي هٿن ۾ ڏيٺو هوندو هو ته، ميڊيڪل سرٽيفڪيٽ ضرور وٺندا هئا، جنهن مان اسان ٻه اندازو لڳائيندا هئاسون ته هاڻ اسان جا بسترا گول آهن. اهڙي نموني اسان جي ميڊيڪل چيڪ اپ کان پوءِ اسان کي وري اچي آفيس ۾ ڇڏيائون. اتي چار پنج ڏينهن انتظار ڪندا رهياسون، پر بدلي ڪانه ٿي، ان ڪري اسان کي اچي واپس سب جيل جي سيلن ۾ بند ڪيو ويو.

20- اپريل تي پهري تي لڳل سپاهي رازداريءَ ۾ اچي ٻڌايو ته قومي اسيمبليءَ ٽٽي چڪي آهي. ملڪ جو وزير اعظم بلخ شير مزاري ٿيو آهي ۽ پنجاب جو وزير اعليٰ ياسين وٽو کي ڪيو ويو آهي، اهي خبرون اچن پيون. مون کي ٻه ٿورو جيئڻ وٽي ملي ته گهنشام کي آهستي ٻڌايم ته ملڪ ۾ هيڏي تبديلي اچي ويئي آهي. پوءِ همراهه ڪيڙن ۾ نه

پيو مابي، جيڪو پهريدار اچي تنهن کي چوي ته اڄ منهنجي لاءِ انتهائي خوشي جو ڏينهن آهي، ان لاءِ عجيب غريب ڳالهيون گهڙي سپاهين کي مٿي ۾ پيئي هنيائين. آئون اچي ڦاٿس ته همراهه کي ڪيئن روڪيان، اڳيئي مڙس ڦاٿل دهل وري مٿان هيڏي ڳالهه هٿ اچي ويئي هجيس. انهيءَ سوچ ويچار ۾ هئس ته اسان وٽ هميشه اينڊڙ آفيسر ۽ عملدار اچي پهتا. اسان کي چيو ويو ته اڪين تي پٽيون ٻڌو ۽ جلدي تياري ڪريو. ٿوري وقت اندر سب جيل مان ٻاهر ڪڍي، ڊاڪٽر وٽ پيش ڪيو ويو، اتان ضروري لکپڙهه ڪري اسان کي اچي آڏيس ۾ ڇڏيو ويو. ڪلاڪ ڏيڍ اندر اسان کي بارڪ مان ٻاهر ڪڍي ٻاهر آندو ويو، ٻاهران آيل گهاٽ تي اسان جون ٻانهون پٺيءَ پر ورائي ٻنهي هٿن ۾ هٿڪڙيون هنيون ويون. هڪ فوجي گاڏي ۾ چاڙهيو ويو. اسان کي گاڏيءَ ۾ لڳل بينچن جي وچ ۾ هيٺ وهاريو ويو ۽ سپاهي بينچن تي مٿي ويٺا رهيا. اهڙي طرح اسان جو قافلو نامعلوم منزل ڏانهن روانو ٿيو. زندگيءَ ۾ پهريون دفعو پنيريون ٻانهن ۾ هٿڪڙيون لڳيون هيون، پر اسان سيني سورن کي سهڻ لاءِ تيار هئاسون. مون کي آفيسر جا چيل لفظ ياد هئا، شايد اصل ڪورس ڪرائڻ ڏانهن وٺي وڃي رهيا هئا.

اهڙي طرح قافلو ڪراچيءَ جا اسان لاءِ نامعلوم روڊ لتاڙيندو، پنهنجي منزل ڏانهن روان دوان رهيو. هلندي هلندي ڳچ پنڌ ڪان پوءِ هڪ هنڌ گاڏي کي بيهاري اسان جا نالا پڇيا ويا، جنهن ڪان پوءِ قافلو وري منزل ڏانهن اڳتي وڌيو. ڪجهه مفاصلي تي گهنشام کي گاڏيءَ مان لاٿو ويو، هيستائين آئون گاڏي ۾ گهنشام جي پنيان هئڻ سبب جُوتي جي نوڪ ڪيس ٻنڌڻ ۾ هڻندو آيس، هو وري ٻڌل هٿن سان جوتي کي هٽائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندو رهيو. گهنشام گڏ هجي ۽ ماٺهو

سنجيدو رهي اهو ناممڪن آهي. گهنشام برن ۾ لهي ويو هو، دل ۾ ارمان ٿيم، پر هتي هر ڪنهن کي پنهنجو بار پنهنجي ڪلهن تي کڻڻو آهي، هتي ڪنهن کي مشڪل مهل آٿت ڏيڻ ڏاڍي مشڪل هوندي آهي. هتي نہ چارئي پهر خوف چنبڙيل هوندو هو، ان ڪانسواءِ اصل قبر جهڙي ماٺار. ڪيڏي مهل ڪنگهڪار الله الله ڪري هڪٻئي کي پرپاسي ۾ هئڻ جو احساس ڏياريندا هئاسون، نہ تہ ٻيو مڙيئي خير. پوءِ بہ ٻڌل هٿڪڙين، جهوڙيل ٻانهن ۽ اکين تي پٽيون هئڻ ڪان پوءِ بہ ڪنهن ساٿي جو ويجهو هئڻ اسان پاڻ لاءِ وڏو ڏڍ سمجهندا هئاسون. هڪ ڪان ٻن جو احساس هئڻ ڪري وري بہ دل کي ڪي قدر چين مليو ٿي، پر هاڻ آئون اڪيلو ٿي ويو هوس.

فوجي گاڏي هلندي رهي، تانجو هڪ هنڌ اچي بيٺي، تہ پوءِ اتان هلڻ جي نہ پيئي ڪري. منهنجون ٻانهون پٺيان ٻڌل هجن، گرميءَ سبب بدن پگهر ۾ پسي ويو ۽ مٿان وري اچي اڃ ورايو، پر هتي منهن کولڻ جو نتيجو ڪوبہ نہ نڪرندو. هتي سپاهي پيڇڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا تہ، ”توتي ڪهڙو الزام آهي؟“ مون چيو تہ، ”ڪوبہ الزام ڪونهي، بس سياسي چڪر آهي.“ هو چون تون هندستان جو آهين، چرڪ پريندي چيم تہ، ”ڪنهن چيو؟ آئون بابا هتي جو آهيان، بدين ضلعي جو ويٺل آهيان، سڄي سنڌ سڃاڻي ٿي، شايد توهان جا وڏا آفيسر بہ سڃاڻندا هجن. بس سياست ۾ اٿين ٿيندو آهي، جو اڄ توهان جي پيرن ۾ پيو آهيان.“ پلي اسان کي نہ ٻڌاءِ اڳتي خبر پئجي ويندي، سپاهين وراڻيو.

گهڻي دير کان پوءِ مون کي گاڏيءَ مان هيٺ لاهي هڪ بارڪ ۾ آندو ويو، جتي منهنجي هٿڪڙيءَ کي دريءَ ۾ ٻڌو ويو. جڏهن

هٿڪڙيءَ ڪي سيخن ۾ هٽي رهيا هئا تہ سپاهيءَ کان پڇيمر تہ، ”آئون نماز پڙهندو آهيان، هن وقت ڇا حڪم آهي؟“ نماز، ماني کائڻ ۽ حاجت وقت تنهنجي هٿڪڙي کولي ويندي. جيئن تہ ان مهل نماز جو وقت ٿي ويو هو. هٿڪڙي کولائي وضوءَ لاءِ باريڪ جي در سامهون ٿي وينس. سامهون وڏو ڪليل علائقو نظر اچي رهيو هو، جنهن مان سمجهي ويس تہ ملير ڇانوڻي ۾ اچي پهتو آهيان. شام جو ڪجهہ آفيسر آيا جن پهرئين تاثر ۾ رعب ڇنڊڻ لاءِ اچي آڪڙ ۾ ڳالهايو، تون ڊاڪٽر آهين - ها - ڪٿان ڊگري حاصل ڪئي آهي، ڪهڙي سبجيڪٽ ۾؟ جن جا جواب ڏيندو ويس، تنهن کان پوءِ هليا ويا. هاڻي آئون ڊيوٽي لڳل سپاهين جي حوالي هوس، جن مون سان رعايت ڪندي چيو تہ، ”ڪو آفيسر ايندو تہ اڳواٽ توکي ٻڌائيندا سون تہ پٽي ٻڌي ڇڏجانءَ نہ تہ اکين کي کليل رکو.“ ائين شروعات تہ چڱي ٿي آهي، اڳتي بہ الله چڱي ڪندو.

صبح جو جيئن ئي سج چڙهندو ويو، تيئن ئي منهنجي باريڪ اڳيان ۽ اندر ڪمر ڪندڙ سپاهين جي رش وڌندي ويئي. اها تياري ڪور ڪمانڊر سنڌ لاءِ ٿي رهي هئي، جيڪو نئين ڪوارٽر گهاٽ جي انتظام لاءِ اچي رهيـو هو. جنهن باريڪ ۾ آئون بند هوس، اها نئين ڪوارٽر گهاٽ ۾ اچي ٿي ويئي، ان ڪري منهنجي باريڪ اندر بہ سپاهي ڪمر ڪار لاءِ موڪليا ويا، جيڪي سيخن کي گريس هڻي رهيا هئا، درين ۽ درن تان ڄارو هٽائي رهيا هئا. انهيءَ رش مان ڪيترائي سپاهي وڏي اچي مون سان مليا، جيڪي اڪثر سنڌي هئا. سنڌ جا پنجابي سپاهي بہ ملڻ ايندا رهيا، منهنجي لاءِ اهو هُل هلي ويو هو تہ، ڪو هندستان جو ايجنٽ آيو آهي، جيڪو ڊاڪٽر آهي. پر سنڌي سپاهي سچائي رهيا هئا، سي پريٽ منهنجي تائيد ڪندي چئي رهيا هئا تہ آئون سياسي ڪارڪن آهيان

۽ پنهنجي تنظيم جو اڳواڻ بہ آهيان، جنهن ڪري گهٽڻ جون غلط فهميون دور ٿي رهيو هيون. جيڪي نہ پيا سجاڻن انهن لاءِ اها عجب جهڙي ڳالهہ هئي تہ جيڪڏهن سياسي اڳواڻ آهي تہ باريڪ 50 ۾ ڇو اچي سنگهرن ۾ بند ٿيو آهي. خير پوءِ تہ صبح کان شام تائين ڪيترائي سپاهي ملڻ ايندا رهيا. اٿين هتي ماحول وري جهڙوڪر پنهنجائپ وارو ملي ويو. انهن کان پتو پيو تہ آئون هتي وٽ مهمان آهيان، شايد اجان ڪنهن پئي هنڌ موڪلين. گهنشام جو بہ پتو پيو تہ اهو بہ منهنجي پرپاسي ۾ آهي ۽ آرام ۾ آهي. انهن واقف ڪارن ۾ ٿنڊي محمد خان جو سپاهي بہ اچي مليو، هن ايندي سان مون کي سڃاتو، وڏا ياڪر پائي مليو. چيائين، "پرواهہ نہ ڪر، توکي ڇا کپي حڪم ڪر." مون ڪجهہ ضرورت جو سامان چيو. وڏيڪ چيائين تہ، "رات جو اسپيشل ڊيوٽي هٽايان ٿو، پوءِ ڪچهري ڪنداسون." رات ٿي تہ اهو دوست پهري تي اچي چڙهيو. ڳالهين مٿان ڳالهيون ڪندي چيائين تہ، "هتي اڳيان ڪابہ رڏي ۽ ضد نہ ڪر، جيڪي چون اهو لکي ڏيندو اچ، هتي جي گوڏن هيٺان نڪر پوءِ پاڻ شينهن آهيون." مون چيو تہ، "اهو وقت گذري چڪو آهي، اسان جو فيصلو 27- اپريل تي ٿيڻو آهي". "پوءِ انتظار ڪر. اندي طاقت آهن، هتي کان بچ تہ سٺو ٿيندو." پوءِ واقفيت ويئي وڌندي، ڪيترائي سپاهي پئي آيا ۽ ڇَسي ڏيندا ويا، هرڪو هٿ ملائيندو، ڪچهري ڪندو، حال احوال پڇندو، دعائون ڪندو ۽ منهنجي حال تي افسوس ڪندو ويو. اٿين منهنجون راتيون ۽ ڏينهن ملير ڪينٽ ۾ گذرڻ لڳا. ملير ڪينٽ ۾ ايندي محسوس ڪيم تہ هاڻ سنڌي ماڻهن کي بہ بک ستايو آهي. سوين نوجوان فوج ۾ پهچي چڪا آهن. آئون جتي بند هوس اهو سپلائي جو يونٽ هو، جنهن جو ڪم سامان پهچائڻ هو.

28- اپريل تي مون کي اچي سپاهين ٻڌايو تہ توهان لاءِ مئجسٽريٽ آيو آهي، توهان وري واپس وڃو پيا. مئجسٽريٽ جي اچڻ مان اندازو لڳايم تہ اسان جو معاملو سول ڪورٽ ۾ منتقل ٿي ويو آهي، پر اڃان بہ وڌيڪ حال احوال جو منتظر رهيس. ٻئي ڏينهن يونٽ جو ڪرنل ملڻ آيو، جنهن ڳالهين مٿان ڳالهيون ڪندي چيو تہ، ”بابا توهان بچي ويا آهيو، توتي قتل وغيره جو تہ ڪيس ڪونهي؟“ مونّ چيو تہ، ”اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪانهي“. ”پلا پٽ اسان کي ٻڌاءِ تہ ملڪ جي لاءِ سٺو سياستدان ڪير ٿيندو؟ مون وراڻيو تہ، ”جيڪڏهن ملڪ جي ماڻهن جي راءِ ٿا پڇو تہ، بينظير کي حڪومت ڏيو.“ ”پلا مظفر شاهہ ۽ قائم علي شاهہ ۾ ڪير سٺو آهي؟“ قائم علي شاهہ“. ڇو؟ ”ڇاڪاڻ تہ هڪ کي عوام جي تائيد آهي، ٻيو ٺپا هڻي اچي ويٺو آهي، ان کي ڪوبہ حق نٿو پهچي تہ هو وزير اعليٰ رهي.“ ”ڊاڪٽر توهان پرنسپال بہ رهيا آهيو ڇا؟“ مون چيو تہ، ”چون ٿا.“ ڪرنل چيو، ”پٽ توتي ڪم رکان ٿو تہ تون اسان کي ڪائنات ۽ وقت تي مضمون لکي ڏي.“ مون ان جو ڪوبہ جواب نہ ڏنو. ”ڪهڙي پارٽي ۾ رهيو آهين. گهڻو وقت سائين جي - ايم سيد سان رهيو آهين.؟؟“ ڪرنل پڇيو. ”هائي اسان پنهنجي تنظيم ناهي آهي.“ مون وراڻيو. ”سائين تہ ملڪ دشمن آهي.“ ڪرنل چيو. مون چيو تہ، ”توهان صحيح ٿا چئو. هو سنڌو ديش لاءِ جدوجهد ڪري رهيو آهي.“ جنهن تي ڪرنل چيو تہ ”ڪيس ڇئوس نوي سيڪڙو عوام جو اعتماد وٺي اچي تہ پوءِ اسان اڻ سان ڳالهايون.“ وري پلٽو ڪائيندي چيائين تہ، ”پوءِ ڪيس حق نٿو پهچي تہ ملڪ خلاف ڳالهائي ۽ ملڪ ٽوڙي.“

ڪجهہ ڏينهن گذرڻ کان پوءِ ملير ڪينٽ مان اسان کي واپس

ڪرڻ لاءِ گهاٽ اچي ويو. هاڻ اسان جي منزل وري ساڳيو هيڊ ڪوارٽر هئي. پهرين مون کي گاڏي ۾ کنيو ويو، پوءِ رستي تان گهنشام کي بہ کنيو ويو. حسبِ دستور اسان کي چيڪ اپ لاءِ ڊاڪٽر وٽ پيش ڪيو ويو. چيڪ اپ دوران اسان کي پاڻ ۾ ملڻ جو پهريون موقعو مليو، اها اسان جي پهرين ملاقات هئي. ڪيس حال احوال ڏنم تہ پنهنجو معاملو سول ڪورٽ ڏانهن موٽي آيو آهي. ان تي گهنشام جو تبصرو هو تہ هاڻ الله چڱي ڪندو. جيئن وقت گذرندو، تيئن الله سٺائي ڪندو. اهو ڪيس افسوس هو تہ جيڪي هندستان ويا سي آزاد ٿي ويا، پر اسان قابو آهيون! يار ڏس اڻين پيو ٿئي. وري بہ چوي، ”ڊاڪٽر پاڻ سياسي ڪارڪن آهيون، لڪل ڪونہ آهيون جو پاڻ کي هضم ڪري وڃن. پرواهہ نہ ڪر ڊاڪٽر! گهڻا توبهہ ڪري ويا، اسان بہ ديوان آهيون ويندا سون هيڏانهن هوڏانهن ٿي. ڊاڪٽر تون مڙس ٿي دب جهل سنڌ جو مستقبل تون آهين. ڊاڪٽر هاڻ تون معمولي ماڻهو ناهين، پيا ويا سي ڏويڄي. تنهنجو مستقبل شاندار آهي، هاٿي جيئن هتي رهندين، تيئن پنهنجي پارٽيءَ جي عزت ۽ وقار ۾ اضافو ٿيندو. هن وقت تنهنجو مقابلو ڀ پ سان آهي“ مطلب تہ اهي پيرون ڏيندو رهيو.

جڏهن قلم هلي رهيو آهي ۽ وقت بہ مناسب مليو آهي، تڏهن سنڌ ۾ پيل هڪ روايت تي اپٽار ڪندو هلان تہ ڪيئن اسان پنهنجي اڳواڻن کي ٺڪايو آهي؟ ڪيئن نہ سياسي ميدان مان ڪلنگيدار ۽ شهسوار پيڳا آهن. اهو هيئينءَ تہ اجا ڪو مس اڳواڻ اڀرندو آهي تہ سڄو بار ان تي اُڇلي ڇڏيندا آهيون. رڳو بار هجي تہ بہ خير، وري اچي ان جي پٺيان پوندا آهيون، جڻ خدا ڪارڻ جي دشمني. ان لاءِ نعرا لڳي ويندا، ثنائون سڀ ان لاءِ، تخلص گهڙجي ويندا، شعر لکجي ويندا، جلسن ۾

ان کي ناقابل تسخير ڪري پيش ڪيو ويندو ۽ اهو محسوس ڪرايو ويندو ته جيڪي سچ لهي ۽ اپري پيو اهو هن مٽير جي ڪري ۽ هڻ جي پنيان سچ آهي. پوءِ جڏهن ايجنسيون به انهيءَ جي هاڪ ۽ ڏاڪ ٻڌنديون آهن ته پوءِ لڳي وينديون آهن ان جي پٺيان. پوءِ همراهه جي پنيان باهه ٻري ويندي، اصل وٽ وٺان. هو اڳيئي گهر کان تڙيل هوندو آهي، هاڻ وري مٿان همراهه تاپين ۾، پوءِ ڪي گرفتار به ٿي پوندا آهن، پوءِ جيل ڳچيءَ ۾ ۽ دوست گم! مائٽ مـاڙيءَ ۾ سيخن تي ٽنگيل ۽ پوءِ پيو همراهه اٺ جي پيرن ۾ لتاڙبو، اصل هٽيءَ هڏگڏ پيجرائي، بدن مان ست ڪڍي، نور وڃائي وهندو آهي. پوءِ هي دٻ ڪير جهلي؟ هن راند ۾ ڪي همراهه ٽٽي ويا، ڪجهه پڇي ويا، ڪي وڃي ايجنسين جا مخبر ٿيا ۽ ڪي حاڪمن جا پيچ لتڪائو بنيا. ٿورو پوئتي نهاري ڏسو ته ڪيئن نه ميدان صاف ٿي ويو آهي. اڄ ته انهن نعرن کي به شرم محسوس ٿيندو هوندو، هٿندڙن جو حال الائجي ڇا هوندو؟ ڪيڏانهن ويو؟ تنهنجو ساهه، منهنجو ساهه ـ ڪيڏانهن ويو؟ جنرل ڊومڪا ـ ڪيڏانهن ويو؟ تنهنجو شان، منهنجو شان، پڪو ديشي، سچو ديشي، مزاحمت جو نشان ڪمانڊو آف ايل ايم سي؟؟ اجان به اهين ٻوهي ۾ آئيندا رهياسون ۽ اجان اهو طريقو نه بدلايوسون، جيئن ڪٿ جائي برنال لڳائو، جل جائي برنال لڳائو ـ هاڻ اهو طريقو سياست مان ختم ڪرڻو پوندو. گهنشام جي لفظن کي پاڻي ڏيڻ لاءِ تيار آهيان، پر اهو طريقو بند ٿيڻ گهرجي. ڇو ته سندس انهن ريمارڪس جي معنيٰ هئي ته جڳ جهان ٻاهر دودو اندر! ڇو ته سنڌ جو مستقبل آهي.

ملير ڪينٽ جي اسپتال مان ميڊيڪل چيڪ اپ جو سرٽيفڪيٽ وٺڻ کان پوءِ، اسان کي فوجي ٽرڪ ۾ سوار ڪيو ويو، قافلو هلندو اچي

F.I.U هيڊ ڪوارٽر پهتو. اسان ٿورو انتظار ڪيو ته هيڊ ڪوارٽر جو هڪ اهلڪار جيڪو باريش هوندو هو ۽ اسان جي خدمت چاڪريءَ تي لڳل هوندو هو ۽ جيڪو مودودي فڪر جو پوئلڳ هو، اهو ٻاهر نڪري آيو. اسان جون هٿڪڙيون کوليون ويون، اسان کي وري اچي سب جيل جي سيلن ۾ بند ڪيائون. هن اسان کي دلداري ڏيندي چيو ته، ”توهان اسان وٽ چند ڏينهن لاءِ مهمان آهيو، توهان کي اسان آزاد ڪري رهيا آهيون، توهان کي پوليس جي حوالي ڪيو ويندو، جتي توهان جي داخلا ڪري، توهان کي آزاد ڪيو ويندو.“ هاڻ اسان هتي هفتي جا مهمان هئاسون، باقي آزاديءَ جو آسرو دل سان نه پيو لڳي. پوءِ وري ٻه اهو اطمينان هو ته، سول ڪورٽ جي حوالي ٿينداسون، وڪيل ٿيندا ۽ قانوني جنگ ۾ وينداسون نڪري. پر پهرين هتان اُن جي گوڏن هيٺان ته نڪرون.

هاڻ اسان ڪجهه ڏينهن کان انتظار ڪرڻ لڳاسين تانجو اسان جي واپسي واري سفر لاءِ، اسان کي هيڊ ڪوارٽر جي لاڪ اپ ۾ آندو ويو، ڊاڪٽر وٽ ميڊيڪل چيڪ اپ ڪرائي ويئي. هن وقت مون سان گڏ هاشم شيدي هو. ٻه ٽي ڏينهن گذارڻ کان پوءِ هڪ رات جو مون کي لاڪ اپ مان ڪڍيو ويو، هٿڪڙيون هٽي، هڪ پڪ اپ ۾ وهاريو ويو. گاڏي ڪراچيءَ جا روڊ لتاڙيندي جڏهن سپر هاءِ وي تي چڙهي تڏهن سمجهيم ته منزل حيدرآباد آهي. اسان جي گاڏي هلندي رهي تانجو منزل مقصود اچي ويئي، مون کي پڪ اپ مان لاهي هڪ سيل ۾ وٺي آيا، رات جا ٻارنهن ٿي ويا هئا. جنهن سيل ۾ بند ڪيو ويس، اتي مون کان اڳي هڪ نوجوان ستو پيو هو، منهنجي اچڻ تي پاسو ٻه ڪونه ورايائين. منهنجي هٿڪڙي جي زنجير سيل ۾ لڳل هڪ ڪڙي ۾ ٻڌي ويئي ۽

سمهڻ لاءِ بہ ڪتا ڏنا ويا. سيل جي ٻاهران اينڊڙ رڪشائن جو آواز سڄاڻي رهيو هوس تہ هاڻ حيدرآباد ۾ آهيان. اهو بہ اندازو لڳايم تہ ساڳيو اهو هنڌ آهي، جتي اڳي رهيو آهيان، صرف سيل تبديل هو. هي سيل اڳي واري سيل ڪان خلاصو هو ۽ ان ۾ پنکو بہ لڳل هو. رات سمهي رهيس صبح جو سوير ٻاٿ لاءِ ٻاهر ڪڍيو ويو، ٻاٿ روم ڪي بہ سڃاڻي پڪ ٿي تہ هاڻ حيدرآباد ۾ آهيان. صبح جو نوجوان پنهنجو تعارف ڪرايو تہ هو لاهور جو پنجابي آهي، ڪاروباري فيملي سان واسطو رکي ٿو، گهڻو وقت دبئي ۾ رهيو آهي. محبت جي چڪر ۾ هندستان ويو، هو اتي ڇهہ مهينا جيل ۾ رهيو، اتان ڪيس سرحد تپائي پاڪستان موڪليو ويو، جتي ڪيس گرفتار ڪيو ويو، هاڻ هو ايجنسين جو حوالي آهي. هو ڪٿي آهي اها ڪيس خبر ڪانهي؟ سندس محبت لاءِ هي منطق هوندو هو تہ ڪنول جو گل گند ۾ پيدا ٿيندو آهي، ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ گند ۾ گهڙيس. ڪنول تہ حاصل ڪيم پر ان گند ۾ ڦاسي پيس. سندس مختصر زندگي اها آهي. مون کان پڇيائين ”توهان هتي ڪيئن پهتا آهيو؟“ مون ڪيس چيو تہ، ”آئون سياست جي عتاب جو نشانو بڻيو آهيان.“

ڇانوٽين ۽ هيڊ ڪوارٽرن ۾ ڊگهو وقت اوجاڳا ڪندي، ڪجهہ دٻاءُ ۽ دهشت سبب مونکي بلڊپريشر جي شڪايت ٿي پيئي هئي. اها شڪايت هيڊ ڪوارٽر ۾ ڊاڪٽر اڳيان ڪيم، جنهن مون لاءِ Diasy-pam 5mg لکي ڏني، پر اتان جيئن جلد حيدرآباد ۾ پهتس تہ اتي بہ ساڳي شڪايت ڪيم. هن غير قانوني دنيا کي بہ پنهنجا قانون ۽ اصول آهن. منهنجي شڪايت جي مدِنظر مون کي اسپتال ۾ آندو ويو، حيدرآباد جي ڪينٽ اسپتال ۾ منهنجي فل چيڪ اپ تي ڌيان ڏنو ويو، ايڪسري ڪڍيو ويو، بلڊ پريشر، پيشاب جون ٽيسٽون ورتيون ويون، جيئن ان جي روشنيءَ ۾

منهنجي لاءِ دوا تجويز ڪئي وجي ها.

اسپتال مان واپس جيئن سيل وٽ پهتاسون ته سپاهي اڳيئي منهنجو سامان کنيو بيٺا هئا. وري اتان مون کي واپس اسپتال ۾ آندو ويو. ڊاڪٽر چيڪ ڪندي چيو ته، "انهيءَ ڇوڪري کي ڇا ٿي ويو آهي، جيڪو 1983ع ۾ ڳورو ۽ وچولي قد جو هو." مون کيس چيو ته "بند جي زندگي گذري آهي، ان جو ضرور رنگ تي اثر پيو هوندو". "آئون توهان کي چڱي طرح سڃاڻان ٿو، توهان جي اخلاق کان به واقف آهيان، توهان ڪڏهن به ڪامياب نه ويندا. جڏهن بندوق ڏسو ٿا ته پير ٿا ڏڪن، جڏهن ريل چڙهو ٿا، تڏهن مسافرن جي ڦرلٽ ٿا ڪريو ۽ انهن کي بيعزتو ڪريو ٿا." جنهن لاءِ هن خوشحال خان ريلوي ۾ 1985ع ۾ ٽيندڙ لاڙڪاڻي اسٽيشن جو واقعو ٻڌايو. هن چيو ته اخلاق کان سواءِ ڪيئن تحريڪ اڳتي وڌندي؟ هن پڇيو ته هيڏو وقت سياست ۾ رهيو آهين، ان جو آئوٽ پُٽ ڇا آهي؟ چيائين "تو ڪڏهن ڪاپيءَ جي مرض خلاف به جدوجهد ڪئي آهي، ڪڏهن مثبت ڪمن ڏانهن به ڌيان ڏنو آهي." مون چيو "ها ـ اسان ان لاءِ هاڻ ڪوشان آهيون." اهو مون کي معلوم آهي. چڱو هن وقت توهان وڃو پيا، حالتون سازگار رهيون ته ٻاهر ڪڏهن ملنداسون. چڱو خدا حافظ چئي ياڪر پائي مليو.

مون کي ڀِڪ اپ ۾ وهاريو ويو، گاڏي رواني ٿي جنهن جو رخ سينٽرل جيل حيدرآباد هو، گاڏي هلندي اچي اهڙي جڳهه تي بيٺي جتي رڪشائن، گڏهه گاڏين، ٽانگن ۽ سوزوڪين جي ڏاڍي رش لڳي پيئي هئي، هوشياريءَ سان اکين جي پٽي مان نهاريم ته منهنجي نظر خواجه جماعت خاني تي پيئي ۽ سمجهي ويس ته مارڪيٽ ٽاٺي تي آندو ويو آهيان. ٿوري دير کان پوءِ فوجي اهلڪار موٽي آيو، چيائين ته سٽي ٿاڻو ـ

گاڏي حيدرآباد جي مصروف روڊن تان هلندي اچي سنٽي ٽاڻي تي پهتي. ٿوري وقت اندر مون کي گاڏيءَ مان لاهي، ٿاڻي اندر صوبيدار اڳيان پيش ڪيو ويو. ٿوري لک پڙهه کان پوءِ فوجي اهلڪار منهنجي اکين تان پٽي لاهي پنهنجي ماڳ ڏانهن واپس ٿي ويو. مون کي آفيس مان ڪڍي اچي سنٽي لاڪ اپ ۾ بند ڪيو ويو. هتي به سول اهلڪارن جو حڪم اچي پهتو ته اکين تي پٽي ٻڌي وهندا ڪريو. پر هتي مون پٽيءَ جو گهڻو خيال نه ڪيو، اها جهڙي ڪر رسم روا ٿي چڪي هئي، جيڪو به ٿي آيو، ان کي اکين تي پٽي ٻڌي لاڪ اپ ۾ رکيو ويندو هو.

هتي به منهنجي ملاقات تان ڪانگ هٽڪلجڻ شروع ٿي ويا، بس مٿان حڪم آهي، اسان مجبور آهيون. هي بهانو سول آفيسرن کي مفت هٿ اچي ويو آهي، ڪڏهن پنهنجون ڪسرون، پر چون مٿان حڪم آيو آهي. تمام ٿورا دوست مليا سي هٿ ملائڻ تائين، باقي گوڏو گوڏي سان ڏيئي پرسان لڳي ڳالهيون ڪرڻ لاءِ هتي به سڪي رهيس.

سنٽي لاڪ اپ مان ٻئي ڏينهن ريمانڊ لاءِ اي - سي - ايم ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو، جنهن ٽن ڏينهن جو ريمانڊ ڏنو. هتي سنگت اچي گڏ ٿي هئي. انهن مان ڪن سان هٿ ملائي سگهيس، ڪن جو دور درشن ٿيو. پوءِ وري اچي سنٽي لاڪ اپ ۾ بند ڪيائون. ٽن ڏينهن کان پوءِ ٻيو ريمانڊ ورتو ويو. مون کي اهڙي وقت ڪورٽ ۾ پيش ڪيائون، جو سڄي سنگت ٽڙي پکڙي ويئي هئي، اتان ريمانڊ وٺي وري اچي لاڪ اپ پيڙو ڪيائون.

جيئن ريمانڊ پورو ٿيو، مون کي لاڪ اپ مان ڪڍيو ويو. پوليس گاڏي ۾ وهاريو ويو. پوليس گاڏي حيدرآباد جي چور روڊ ۽ گهٽين مان گوهيون ڏيندي اچي ٺٽي سڙڪ تي چڙهي، سمجهيم ته اسان جي منزل

ڪراچي آهي، پر جي - او. آر ڪالوني واري پيٽرول پمپ تان گاڏي مڙي پيو رستو ورتو، هاڻ سمجهيم تہ دهشتگردي ڪورٽ ڏانهن وٺي پيا وڃن. گاڏيءَ ڪي بنگلي نما ڪورٽ ۾ آندو ويو. گاڏيءَ مان لاهي مون کي ڪورٽ جي ريڊر جي آفيس ۾ وهاريو ويو. اتي ريڊر چيو تہ، ”توهان جا پهريان ڪيس ختم ٿي چڪا آهن.“ مون چيو تہ، ”هڪڙا ختم ٿيا آهن، تہ مٿان وري پيا.“ اسان ڪورٽ ۾ انتظار ڪرڻ لڳاسون، پوءِ تہ مختلف ماڻهو آيا، جيڪي قليلي - پنجاري ۽ مختلف ڪيسن جي چالان جا بنڊل منهنجي اڳيان اچلائيندا ويا. آئون بہ ڪين گڏ ڪندو ويس، ڪارروائي پوري ٿي تہ، وري اتان روانا ٿياسون. هاڻ آئون دهشتگردي ڪورٽ ۾ دهشتگرد جي حساب سان چالان ٿي چڪو هوس.

هن ڪورٽ کي عام ماڻهو دهشتگرد واري ڪورٽ چوندا آهن. بابا توهان جو ڪيس ڪٿي آهي؟ ادا ”دهشتگرد“ وٽ، اهو هاڻ تاريخ فيصلو ڪندي تہ واقعي اها ڪورٽ دهشتگرد آهي يا ان ۾ پيش ٿيندڙ.

ٺوڙي ڦاٽڪ ڪيس ۾ اسان حيدرآباد جيل ۾ هئاسون. اتي هڪ قيدي ڊاڪٽر فضل پيرزادو جيڪو تمام ڏاهو ۽ هر فن مولا آهي، تنهن منهنجو هٿ ڏسندي چيو تہ ”مستقبل ۾ ڊاڪٽر دودي تي دهشتگرديءَ جو اِلزام لڳندو، ڪيس سنڀاليو.“ تڏهن مون سان رهندڙ بوسڪي جي قميص پائيندڙ ۽ راڄو ٻڌندڙ قوم پرست گوريلا ڪلندا هئا تہ ڊاڪٽر دودو ۽ دهشتگرد - اڄ ڊاڪٽر فضل جا چيل لفظ منهنجي ذهن تي تري آيا هئا. پنهنجي گهر ۾ وري ماما عبدالرحمان دست شناس هئڻ سبب، ان سان جڏهن بہ ملڻ جو موقعو ملندو هو تہ، هٿ ضرور ڏيکاريندو هئس. 1992ع لاءِ سنڌس اڳڪٿي هئي تہ سال جي پڇاڙي توهان لاءِ ڳري ثابت ٿيندي، جنهن ۾ گرفتار بہ ٿي سگهو ٿا. تڪليف

ايندي پر ويندا پار پئي. غلام حسين لغاري دست شناس سان اصل ڏهن پنڌرهن ڏينهن اندر ملڻ ٿيو. جنهن کي به هٿ ڏيکاريم، هٿ ڏسندي چيائين ته ”تون گرفتار ٿي رهيو آهين، بچاءُ ڪر، گرفتاري اصل تنهنجي سر تي چڙهي بيٺي آهي.“ اهي سڀ ڪتڪا منهنجي ذهن تي هئا، پوءِ به پنهنجي پورهئي سان لڳو رهيس، دست شناسن جون اڳڪٿيون سچيون ثابت ٿيون. آئون گرفتار ٿي ويس، تنظيم تي ڏکيا ڏينهن اچي ويا ۽ سڀ وڏي امتحان ۾ اچي وياسون. هيڏانهن F.I.U وارن جو ڪورٽ مارشل ڪرڻ جو دڙڪو، ڊاڪٽر قادر بند وارڊ، دوستن جون بدليون، آفيس تي ڇاپو، سڄي سنگت ٽاپين ۾. هاڻ آئون فوجي مست عليل اٽ جي پيرن هيٺان نڪري، سول ڪورٽ جي حوالي ٿي ويو آهيان. ڊاڪٽر قادر کي ساڳيون سهوليتون واپس مليون آهن. ٻاهر سنگت کي وڇي هاڻ ساهه پيٽ ۾ پيو آهي، اهي هيون فقيرن جون صلاحون ۽ نصيحتون.

ٻاهر هوس ته شادي لاءِ ڏاڍا جتن ڪيم، جيڪا ڳالهه هاڻ راز جي نه رهي آهي. ٻه سال ميڙون ۽ منٿون ڪيم، پر ڪاميابي ٿيڻ پري ٿيندي ويئي. مون سان منهنجي دل پسند جيڪا وفا ڪئي، جنهن گهر ۾ جنگ ڪئي، جنهن منهنجي لاءِ انتظار ڪيو ۽ ذهني طرح ٻوڙيو آهي. هوءَ ته مون کي پنهنجو ڪري ويٺي هئي، منهنجو ٻاهر هئڻ هن لاءِ وڏي آٿت هو. جڏهن به حيدرآباد ۾ هوندو هوس ۽ اخبارن مان ڪيس پتو پوندو هو ته، هوءَ مون کي پاڻ وٽ سمجهندي هئي. جڏهن فوج طرفان منهنجي ڳوٺ تي ڇاپي جي خبر آئي، تڏهن شايد ٻين کي افسوس ٿيو هجي، پر منهنجي وفا جي پتليءَ جي اکين مان ڳوڙها جهلي نٿي جهليا. هن لاءِ منهنجو ٻاهر هئڻ وڏي ڳالهه هئي. سندس اهو چوڻ هوندو هو ته آئون توکي سياست مان ڪڏهن به نه جهليندس، آئون تنهنجي ٻانهن ٻيلي ٿي

بيهنديس، پر پنهنجي شادي تي وڃي تيستائين بچاءُ ڪر نه ته پوءِ منهنجو پنيان ڇا ٿيندو؟ هي مامرو به فقيرن جي اڳيان رکندو هوس، چوندا هئا ته هوءَ تنهنجي لاءِ خودڪشيءَ جي حد تائين به وڃي نيٺ مائٽن کي جهڪائي وجهندي، پر تون گرفتار ٿي وئين ۽ پوءِ توکي ٽي سال لڳي ويا ته مشڪل ٿي پوندو. هيڏانهن ماما به چيو هو ته تنهنجو مسئلو مارچ تائين هڪ طرف ٿي ويندو. مارچ دوران آئون ته سگهارن ادارن جي مضبوط هٿن ۾ اچي ويو هوس، هيءُ منهنجي لاءِ انتهائي نازڪ مرحلو آهي. هُن منهنجي لاءِ ڇا سنو ۽ صبر ڪيو آهي، هاڻ ان جو مون کي ڪوبه پتو ڪونهي؟ هيڏانهن نمازون جاري آهن، هر نماز ۾ خدا کان دعا گهرندو آهيان ته، منهنجا رب! منهنجي هڪ جيڏن ۾ عزت رک. مون کي... نصيب ڪر... هڪ طرف فقيرن جا ڏنل اُلڪا ۽ اڳڪٿيون آهن، ته مارچ تائين تنهنجو مسئلو هڪ طرف ٿي ويندو؛ مارچ جنهن ۾ رمضان جي عيد آهي، هن ڏينهن جي موقعي تي وڻ وڻ جي ڪاني نه صرف گڏ ٿيندا آهن، پر هن سعيد موقعي تي منجهيل مسئلن لاءِ پنچائت وهندي آهي ۽ هن ڏينهن تي شادي جي تِٿ طئي ٿيندي آهي. ها عيدُ گذري ويئي، عيد جنهنجو نالو آهي خوشي. هاڻ اهو ڏسڻو ته مون لاءِ عيد ٿي ٿئي ۽ انهيءَ ڏک مان بچان ٿو يا هو فقير تا سچا ٿين يا هيءَ فقير ٿو ڪامياب ٿئي يا هميشه جيان فيض احمد فيض جي هينئين شعرن وانگي ٿي ٿا وڃون:

يڪ جان نه بن سڪي، اِڪ جان نه بن سڪے،
ٽوٽ گئي دل ميري يون شمشير سناسائي.

مون جهڙا پيا سنڌ جا سوين جوان مهينن جا مهينا فوجي بوٽ جي هيٺان لتاڙجڻ کان پوءِ پڳل عضوون، قاتل مٽن، ڏرا ڏنل اکين، چٿيل جذبن

سان نيٺ اچي جيل جي بي رحم ماحول حوالي ٿين ٿا. جتي پهرين سندن خاطر طوائي، موچڙن ۽ ڏنڊن سان ڪري ڪين ڏنڊا بيڙيون هٿي بند وارڊ ڪيو وڃي ٿو. پر جيل ۾ ايندي اهي پاڻ کي گهڻو آزاد سمجهن ٿا، ڇاڪاڻ تہ گهٽ ۾ گهٽ بگهڙن جي منهن کان تہ پري آهن. سندن ان زندگي جي جيالپي جي فتح ۾ سنڌ جي پلوڙ ۽ باهمت جج اسلم زاهد کي مبارڪون ڏيڻ کان قلم رهي نٿو سگهي. ڪورٽ جو ٿورو پيروئي ڪردار سهي پوءِ بہ سندس دليرانہ، جرئتمندانہ قدم ۽ غريب غربي کي آسان ڪري ڏنل واٽ سبب، سنڌ جي ڪيترن ئي نوجوانن کي زندگيون مبارڪ ٿي پيون آهن، نہ تہ هر گهر ۾ روڄ راڙو هجي ها. هر گهر يوسف جکراڻيءَ ۽ هر ڳوٺ تندبو بهاول هجي ها. اي سنڌ جي عظيم اداري جا سربراهه! توکي سنڌ جي نوجوانن جون دعائون قبول پون.

ڪامريڊ لڌو ڪيتري وقت کان چوندو آيو آهي تہ بنگال ۽ بلوچستان وانگي سنڌ ۾ بہ فوجي آپريشن ڪيو ويندو، جنهن ۾ ترقي پسند، جمهوريت پسند ۽ انهن جي اک ۾ کٽڪندڙ هر سياسي ذهن کي لتاڙيو ويندو. ان لاءِ ملڪ جي حڪمرانن کي ڪو موزون ٽائيم نہ پئي مليو، جو هو سنڌ واسين تي هٿ هلائي پنهنجون ڪسرون ڪڍن. بنگلاديش جي آزاديءَ کان پوءِ ملڪ جو تخت نشين پ پ جي قائد پٽي صاحب کي ملڻ سبب ۽ سنڌ جو اڪثريتي ماڻهو پ پ سان هئڻ جي ناتي، اهو وارو، پٺاڻن ۽ بلوچن ڏانهن مڙي ويو. انهيءَ ۾ پٺاڻن کان وڌيڪ نشانو بلوچ بڻيا، بلوچن جو نہ صرف جاني نقصان ٿيو پر بلوچن جي سياسي سگهہ کي بہ لتاڙيو ويو. کين مضبوط قيادت کان محروم ڪيو ويو. بلوچن کي سندن نمائنده قيادت جي جاءِ، انهن کي بي ضمير وڪائو مال جي حوالي ڪيو ويو. بلوچن جي ويڙهو قوت پهاڙن طرف

هجرت ڪرڻ تي مجبور ٿي، ڪن کي گولين جو کاڄ بنايو ويو ۽ ڪن کي ٻوڙائي ٻوڙائي اڌ مئو ڪيو ويو. سندن نمائنده ۽ ڄاتل سڃاتل قيادت تي ٽريبونل مڙهيو ويو. بلوچستان ۾ نئين سر قوم پرست قيادت جي سرجڻ کي هاڻ الائجي گهڻو وقت لڳندو، اهو مستقبل جي تاريخي حالتن تي ڇڏيل آهي، يا ڪا وري حڪمرانن کي ناقابل برداشت چپ اچي ۽ پوءِ بلوچ ايري اچن.

جڏهن ملڪ جون قوم پرست قوتون ۽ مذهبي ڌريون، هڪٻئي سان ٽڪرايون ويون ۽ کين سياسي ميدان ۾ اڪيلو ڪرڻ کان پوءِ، ملڪ جون سگهاريون ڌريون هنن مان هٿ کڻي نه صرف پري ٿيون، پر کين قانون جي آڙ ۾ بي رحميءَ سان شهيد ڪيو ويو.

ڀٽي جي شهادت کان پوءِ بين الاقوامي سطح تي وڏي تبديلي هيءَ روس جو افغانستان ۾ ٽپي پوڻ سبب هتي جي سگهارن ادارن ۽ عوام دشمن ڌرين، جيڪي هميشه آمريڪا جون طرفدار رهيون آهن، ۽ قابل اعتماد به آهن. پوءِ آمريڪا ۽ يورپي برادري هتي جي سگهارن ادارن کي ڪٺي اکين تي رکيو. آمريڪا ۽ سندس اتحادي ڌريون، روس جي هن پيش قدمي کي روڪڻ لاءِ ميدان تي لهي آيون. روس جي هن مداخلت، اسلام جي نالي ۾ شخصي حڪمرانن کي به چرڪائي ڇڏيو، سي پنهنجي بچاءَ لاءِ پنهنجو ڪارو نانءُ لٽائڻ لاءِ تيار ٿي ويا. آمريڪا ۽ ان جي اتحادين کي روس کان ويٽنام جو پلئه چڪتو ڪرڻ جو هي سونهري موقعو مليو. پاڪستان جي سگهارن ادارن جي منهن ٻولي، کلي طرح مدد ڪئي ويئي. کين اهڙا سڀ ڇوٽ ڏني ويئي ته هو ڀلي ملڪ جي عوام کي ڪنهن به جمهوري حق ڏيڻ کان سواءِ اچي ۽ ڪاري جا مالڪ ٿيا وينا هجن، پر سندن مفادن جي هر حالت ۾ پوئواري جو خيال ڪن.

اهڙي پس منظر ۾ پيتي صاحب کي ڦاسي تي چاڙهيو ويو، اهو سنڌ واسين لاءِ وڏي ۾ وڏو ذهني شاڪ هو. هن پيتي جي ڦاسيءَ جي ذميواري ضياءَ جي ڪمان هيٺ فوج تي عائد ڪري ڇڏي. سنڌي ماڻهو جيڪو تاريخ ۾ پهريون ڀيرو نه صرف ملڪ جي حڪمراني ۾ شريڪ ٿيو هو، پر حڪمرانيءَ جي لذت کان به واقف ٿيو، اهو صرف پ پ ۽ پيتي جي ڪري هو. پيتي صاحب کي ڦاسيءَ تي چڙهندو ڏسي، سنڌي ماڻهو هڪ طرح سُن ٿي ويو، پر سنڌن دلين ۾ پيتي جي احترام ۽ عقيدت ۾ اڃان شديد اضافو ٿيو. عوام ڪنهن مناسب موقعي جو انتظار ڪرڻ لڳو، جيئن پيتي صاحب جو پلئه چُڪتو ڪري سگهي. جيڪو موقعو کيس 1983ع ۾ ايم آر ڊي جي جدوجهد دوران نصيب ٿيو، پوءِ سيني صوبن جي پيٺ ۾ سنڌ واسين جيڪي وڏي چڙهي قربانيون ڏيئي پنهنجو پاڻ ملهايو. انهيءَ لازوال جدوجهد سبب سنڌ واسين حڪمرانن جي لاءِ ڪنهن ممڪن جنگ جو ميدان بنجي، اکين ۾ ڪنڊي ۽ دلين ۾ ڪنڪي جو سبب بنجي پيا آهن. ايم آر ڊي جي تحريڪ کي جهڙي بيدرديءَ سان لتاڙيو ويو، تنهن هيڪاري سنڌي ماڻهن جي زندگيءَ جي هر سطح تي تمام بُرا اثر ڇڏيا. سنڌ واسي هاڻ مڪمل طرح سمجهي چڪو هو ته سندن مڪمل ڇوٽڪاري کان سواءِ باقي ڪا به راهه نه بچي آهي. پر ٽيڻ دنيا جيئن، سنڌ جو ماڻهو به پنهنجي محبوب اڳواڻ جي جاءِ نشين ڌيءَ جي حڪم ۽ قيادت جو منتظر رهيو.

سنڌي عوام جي جمهوري پليٽ فارم تان ويڙهاند سگهارن ادارن کي ڇرڪائي وڌو، جنهن تحت حڪمرانن وڏي رِٿا ۽ حڪمت عملي سان سنڌ کي منهن ڏيڻ جو پلان غور هيٺ آندو. جنهن ۾ سياسي ڇرپر تي سختي، ڪوڙن ڦنڪن جو سنڪو، ڦاسي ۽ ڦاهين جو

استعمال بي دريغ ٿيڻ لڳو. سنڌ جي شهرن ۽ ٻهراڙين ۾ هٿ وٺي بدامني
کي وڌايو ويو، جيئن حڪمران سنڌ جي باشعور ۽ باهمت جدوجهد کان
بي خوفا، بي اُونا ٿي، افغانستان جي جنگ ۾ پنهنجيَ قوت صرف ڪن.
ايم آر ڊي جي جدوجهد ۽ هيڏي عوامي سيلاب جتي گهربل نتيجا
ڪڍي نہ سگهيو، يا چوان تہ دانستہ طور انهيءَ جدوجهد کي نتيجن کان
محروم ڪيو ويو، پر اهي نتيجا ضرورآيا تہ جنرل ضياءَ غير جماعتي
بنيادن تي اليڪشن ڪرائڻ تي مجبور ٿي ويو. دراصل هي منصوبو سڌي
طرح اقتدار ۾ شرڪت وارو هو، انهيءَ اليڪشن جو پ پ بائيڪاٽ
ڪيو، انهيءَ بنياد تي ڪنهن سياسي بنيادن ۽ جماعتن کان وانجهيل
اسيمبليءَ جو وجود عمل ۾ آيو. اڳتي هلي اسيمبليءَ اندر پارليامينٽري
پارٽي جو قيام عمل ۾ آيو، هن سياسي راند ۾ ملڪ جو سربراهہ ۽ فوج
جو سربراهہ هڪ هئڻ سبب آئين جا بکيا اُڌيڙي، قانوني طاقت کي
پنهنجي هٿ هيٺ رکيو. گهڻي دير کان پوءِ کهڙيءَ بہ طرح ملڪ ۾
سياسي عمل جي شروعات ٿي، جنهن جو فائدو عوامي سطح تي ملڻو
آهي. جوڻيجي جي دور ۾ سنڌ ڏانهن نرم رويو رکڻ جي ڪوشش ڪئي
ويئي، پر ماضيءَ ۾ اٿاريل بدامني، ڌاڙيل، دهشتگردي، انارڪي ۽ ڀٽي
جي ڦاسي جو دلين تي لڳل صدمو اهڙي ڀاڻيءَ جي چندي سان ٺڏو نہ
ٿيو.

جوڻيجي جي دور ۾ ڪيترائي ملڪي ليول تي مسئلا حل ٿيا.
جنهن ۾ جنيوا جي معاهدي موجب افغانستان مان روسي فوجون ڪڍڻ
جو اعلان ڪيو ويو، سيني سياستدانن جي گول ميز ڪانفرنس جو
انعقاد ٿيو ۽ سياسي پارٽين تان بندش هٽائي ويئي. جوڻيجو عوامي
نمائيندو تہ نہ هو، پر پنهنجي فهم فراصت سبب، ملڪ جي سياسي

تاريخ ۾ سياستدانن ۽ توڻي عام ماڻهن ۾ پاڻ لاءِ نرم گوشو پيدا ڪرڻ ۾ ضرور ڪامياب ٿيو.

1988ع ۾ جوڻيجو حڪومت کي معزول ڪيو ويو، ان کان پوءِ ڪجهہ مهينن اندر جنرل ضياء جهاز جي حادثي ۾ مارجي ويو، سندس جڳهہ تي ان وقت جي سينيٽ جي چيئرمين (غلام اسحاق خان) ملڪ جون واڳون سنڀاليون. ملڪ ۾ ٽن مهينن اندر اليڪشن ڪرائي ويئي، جنهن ۾ پ پ پنهنجو پاڻ کي ملڪ جي وڏي پارٽي ثابت ڪري، اقتدار جي مسند جو حق حاصل ڪيو.

پ پ جو اقتدار ۾ اچڻ هتي جي مستقل مفاد رکندڙ ڌرين ۽ سگهارن ادارن کي ڪنهن بہ طرح پسند نہ آيو. سندس عرصي دوران ملڪ شديد خونريزي ۽ فسادن جي لپيٽ ۾ رهيو. سنڌ ۾ جتي پ پ جو ووٽ پاور ۽ بنياد آهي، اتي پ پ جي حيثيت کي مجروح ڪيو ويو. هيءَ رائد پ پ جا اقتدار ۾ وينل نمائيندا سمجهندي يا نہ سمجهندي جيڪو سنڌ ۾ عملي مظاهرو ڪيو، ان جو اثر پ پ لاءِ چڱو نہ بيٺو، تانجو ٿوري عرصي اندر پ پ کي اقتدار کان محروم ڪيو ويو.

ملڪ ۾ وري ٽن مهينن اندر عام چونڊون ڪرايون ويون، جنهن ۾ جيڪي ڌانڌليون ڪيون ويون، ان جو تاريخي رڪارڊ هميشہ انهن هٿن تي شاهدي ڏيندو رهندو، جيڪي ان ۾ ملوث رهيا آهن. يا اهي چهرا عوام جي حساب ۽ احتساب کان بچي نہ سگهندا، جن اهو ڪڌو ڪم ڪيو آهي. هن ڌانڌلي ۾ پ پ جيڪا ملڪ جي مقبول ترين پارٽي رهندي آئي هئي، اها ايوان اندر مس حزب اختلاف جي حق سان نوازي ويئي. سنڌ اندر پ پ پنهنجي واحد نمائينده حيثيت وڃائي ويهي رهي. سنڌ کي اڪيلي فرد جي حوالي ڪيو ويو، جنهن کي ڪابہ پارٽي نہ

هئي. پوءِ ان طرفان جيڪو پ پ سان، انهن جي نمائندن سان ۽ سنڌ واسين جي مستقبل سان اقتدار جي چند سالن لاءِ هٿ چراند ڪئي ويئي، جنهن جا نتيجا سنڌ جي ايندڙ نسل پئي لوڙهيندي، هن واري سنڌ ڪي بندوق جي سزا ڏيڻ ڪان پاسو ڪندي، اليڪشن جي ڏينهن ۾ ٽپن جي ڳجهي مار ڏني ويئي ۽ پوءِ قلم جو مسلسل وار ٿيندو رهيو. ملڪ جون واڳون نواز شريف جي حوالي ڪيون ويون. هي تاريخ جو ڦيرو ڦيرو هو، جو حڪمران صوبي جو سنئون سڌو نمائندو اچي اقتدار جو مالڪ ٿيو. هن موڙ تي جڏهن پنجاب وٽ پاور جا سيئي لوازمات ان جي حق ۾ آهن، جنهن ۾ ووٽ پاور - فائر پاور ۽ اڪانامڪ پاور اچي وڃن ٿا.

نواز شريف جي دور ۾ 19- مئي 1992ع ڪان سنڌ ۾ فوجي آپريشن شروع ڪيو ويو، جنهنجو سالن ڪان انتظار هو. اها به حقيقت آهي ته حڪمرانن جڏهن آپريشن جي بهاني سنڌ جي سرزمين تي پير رکيو آهي، تڏهن سڄي دنيا جو ماحول تبديل ٿي چڪو هوندو آهي. جيڪي صدين ۾ دنيا ۾ تبديليون ايندڙيون هيون، سي چال ڏيئي، پنهنجو ظهور مهينن ۾ ڪرڻ لڳيون. جنهن ۾ سوويت يونين ڪان ڪيترن ملڪن جو آزاد ٿيڻ، بلاڪن جو تصور ختم ٿيڻ، دنيا جي گولي تي ناممڪن ڏسجندڙ ۽ منجهيل مسئلن جو حل ٿيڻ، هڪٻئي لاءِ ٽيبل تي وهڻ ۾ ڪابه عار محسوس نه ڪرڻ ۽ فوجي لٺ ٻانئي جي اهميت جو گهٽجڻ وغيره. پر هن سڄي تبديلي ۾ هن ريجن اندر پاڪستان جا سگهارا ادارا فاتح ۽ قبيل ڌر جي حيثيت ۾ نمودار ٿيا آهن. جڏهن ڪان پاڪستان آمريڪي لابي جو طرفدار بنيو آهي، تڏهن ڪان هن ملڪ جي فوج جي اهميت ۽ حيثيت، ملڪ اندر توڻي ٻاهر وڌي رهي آهي. انهيءَ وچ ۾ بنگلاديش جي آزاديءَ دوران جيڪي فوج کي صدمو ۽ شڪست پهتي

هئي، اها افغانستان جي جنگ دوران، آمريڪا ۽ ان جي اتحادين طرفان بي پناهہ نوازش ۽ سهڪار سبب، افغانستان ۾ ڪاميابي جي ڪري هنن ادارن جو ۽ حڪمرانن جو مورال وڌيو آهي. ڪلهہ جيڪو هنن کي اترين علائقن مان خطرو هو، اهو ٽري ويو آهي، نہ صرف اهو پر پاڪستان جو رول جيڪو ڪلهہ صرف مڊل ايسٽ تائين محدود هو، ان کي اتر ۾ وچ ايشيا جي رياستن ۾ پنهنجو اقتصادي، ثقافتي ۽ فوجي رول ادا ڪرڻ جو سنهري موقعو مليو آهي، جيڪو پاڪستان جي اصل حڪمرانن کي خواب ۽ خيال ۾ بہ ڪونہ هو. اڄ نواز شريف جو موٽر وي، نون ملڪن سان"Eco" تحت اتحاد ان پيش رفعت جي ڪڙي آهي، جيئن پاڪستان کي روڊ رستي، تاشقند، بخارا ۽ دوشنبي سان ڳنڍي سگهجي.

جيئن فوج افغانستان مان واندي ٿي آهي تہ ان کي صرف بيرڪن ۾ رکڻ ناممڪن آهي، ڪٿي نہ ڪٿي ڪيس ڪم ۾ مصروف رکڻو آهي. ڪلهہ جنهن نظريہ تحت، دهشتگردي ۽ ڊاڙيل فيڪٽر کي هٿي ڏني ويئي هئي، اڄ ان جي ختم ڪرڻ لاءِ اهي ئي هٿ ميدان تي لهي آيا آهن، جنهن تحت سندن ڪيترائي مقصد آهن، جن مان ڪي ظاهر آهن تہ ڪي ڳجها، انهن کي ئي اهي نشانو بنائي رهيا آهن. اڄ جڏهن دنيا جون حالتون هڪ قوم جي جسماني قتل عام جي اجازت نہ ٿيون ڏين، تڏهن ان قوم کي ڪيئن اها ساڳي سزا ڏني وڃي، جنهن لاءِ هو هميشه آتا رهيا آهن. جنهن تحت هي آپريشن بنا اعلان جي 1990ع جي اليڪشن کان شروع ٿيو ۽ جنڪو داداگيري، نپاگيري ۽ بي ضميري جي سيني دائرن کان پڻ شروع ٿيو آهي. واضح رهي تہ هي آپريشن بندوق کان بہ وڌيڪ خطرناڪ هو، جو تہ هن ۾ رڳو سنڌي قوم جي ووٽ ۽ پرچي جي توهين نہ ڪئي وئي، پر سنڌي قوم جي ذهن ۽ ضمير کي لتاڙيو

ويو، سندن مرضيءَ ۽ خواهش کي بيدرديءَ سان تڏيو ويو، سندن
عقيدت سان وابستہ، سياسي نمائينده پارٽيءَ کي ايوان اقتدار کان وٺي
سنڌ تائين بيدرديءَ سان چيپاٽيو ويو. هي اهڙو آپريشن ڪيو ويو، جنهن
لاءِ نہ ڪوڪ ٿي ۽ نہ دانهن، چو تہ اڳي جيڪي بہ هتي تجربا ڪيا ويا
آهن، انهيءَ ۾ ڪين خواري ٺيڪاريءَ جو نڪر متي تي ڪٺو پيو آهي. هن
واري وڏي مهارت ۽ هوشياري کان ڪم ورتو ويو. جڏهن پ پ کان
واندا ٿيا تہ وري ايم ڪيو ايم سان هٿ اٽڪايو ويو. شروع شروع ۾
ايم ڪيو ايم سندن آشيرواد هيٺ شهري ماڻهن جي اڪيلي نمائينده
قوت طور اڀيان ايري آئي، جنهن سڄي ڪراچيءَ کي ڪٺي مٺ ۾ جهليو
هو. ايم ڪيو ايم طاقت ۽ گهمنڊ ۾ اچي پنهنجي مربي حڪمرانن کان
نابري ڪندي ۽ مقرر حدون اورانگهيندي بين الاقوامي قوتن سان پاڻ
سڌو ڳالهائڻ جي جرئت ڪرڻ لڳي ۽ هيڏانهن نواز شريف جي نجڪاريءَ
مهم جي راهہ ۾ ايم ڪيو ايم رنڊڪ محسوس ٿي. اجان بہ وڌيڪ اهو
تہ نواز شريف ملڪ ۾ لوهہ جو اڪيلو وڏو واپاري هئڻ جي ناتي اسٽيل
مل ڪراچيءَ ۾ ڪيس پر امن ماحول جي ضرورت هئي، جتي بہ ايم ڪيو
ايم جا چنبا ڪتل هئا. تنهن کان سواءِ ڪراچيءَ جي بندرگاهہ کان وٺي
لاهور تائين بہ سنڌ جي روڊن تي پرامن ماحول جي ضرورت هئي، جيئن
ڪراچيءَ کي هڪ طرف وچ ايشيا جي رياستن سان ڳنڍي، ملپل موقعي
جو پرپور فائدو وٺي، جيستائين متبادل موٽر- وي نهي راس ٿئي. جيئن تہ
هن نئين اقتصادي رٿابندي جو فائدو صرف ۽ صرف وڏي پارٽين جي
حيثيت ۾ پنجاب ۽ پوءِ پٺاڻن کي پوي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو اڄ خان
غفار خان جا پوٽلڳ پنجاب جا پاتهن بيلي ٿي بيٺا آهن. هن سڄي رٿابندي
۾ ڪيئن سنڌ کي الڳ رکيو ويو ۽ انهيءَ پس منظر ۾ ايم ڪيو ايم تي
وار ڪيو ويو ۽ ان کي ٽڪرن ۾ ورهايو ويو. ايم ڪيو ايم کي هر سطح

تي رسوا ڪيو ويو ۽ ڪالهه جي قائد کي قاتل طور پيش ڪيو ويو.

آخر ائين ڪڏهن ٿ پ، ايم ڪيو ايم ۽ ڪڏهن ٻين صوبن جي سياسي اڳواڻن ۽ پارٽين سان ڇو ويڙهه ڪئي ويندي آهي. جنهن لاءِ اسان اڳيان ٽين دنيا جا ڪافي ملڪ مثال طور سامهون آهن، جتي سگهارن ادارن جي حيثيت هڪ ٿي وقت سياسي پارٽي ۽ فوجي سگهه واري هوندي آهي. اتي هميشه هيءَ فارمولو استعمال ٿيو آهي ته عوام جي مقبول ۽ محبوب اڳواڻ کي ناقابل قبول طور ڏٺو ويو آهي ۽ ان جي پنيان هلندڙ پارٽي کي برداشت نه ڪيو ويو آهي. ان جي جڳهه تي نڌڻڪي شخصيت ۽ قلندري ٽوپيءَ جهڙي عوام کان ڪٽيل، جاگيردارن، سرمائيدارن ۽ قبائلي سردارن جي ناني ويڙهي واري حڪومت کي پسند ڪيو ويو آهي. جيئن انهن کي پنهنجي اصليت جي خبر هئڻ سبب، اهي عوام اڳيان، ڪنهن نمائينده اداري اڳيان ۽ ڪنهن اخلاقي ادارن اڳيان جوابده ٿيڻ جي بجاءِ سگهارن ادارن جي اڳيان نڪ گسيندڙ هجن. ٻي طرف انهيءَ سياسي خال جي فائدي مان پنهنجي طاقت جو استعمال ڪندا رهن. هن سڄي رٿابندي ۾ هڪ احتياط رکيو ويندو آهي ته انهن پارٽين کي صفا ختم نه ڪيو ويندو آهي، ڪين تڪر تڪر ڪري زنده رکيو ويندو آهي ۽ ڪين حزب اختلاف هيٺ آسري ۾ رکيو ويندو آهي ته جيئن ڪا ٽين سياسي قوت، جيڪا انهن قوتن جي فطري مخالف هجي، اها اڀري نه سگهي ۽ نه وري اهڙي صورتحال پيدا ٿئي، جنهن مان بين الاقوامي سطح تي ڪا قوت فائدو وٺي سگهي.

ٻي وڏي جنگ جي خاتمي کان پوءِ دنيا جي اڳيان ٻه وڏا سپر پاور اڀري آيا، جنهن ۾ هڪ طرف سوشلسٽ روس هو، ٻي طرف آمريڪا. ٻنهي بلاڪن جو سياسي اثر رسوخ سڄي دنيا جي مسئلن کان

وٺي هر خطي جي قومن ۽ انهن جي تقديرن سان ڳنڍيل رهيو ۽ ٻئي بلاڪ دنيا ۾ پنهنجو اثر رسوخ وڌائڻ لاءِ پنهنجي ممڪن پاليسي لاڳو ڪري ۽ سيڪجهه ڪري وجي چڙهندا هئا.

دنيا جي انهي ورهاست ۾ اسان جو نصيب ٺلهو روس جو ڌڙڪو، خوف، عوامي ايار جو دٻپ ۽ قومي آزادي جي ايار جي ڀؤ، هن ملڪ جي حڪمرانن کي وجي آمريڪا جي جهوليءَ ۾ اڇلايو. جنهن هيٺ آمريڪي مفادن لاءِ پاڪستان ڏکڻ ايشيا ۽ مڊل ايسٽ افغان سرحد کانءِ روسي خطري سبب ان کي وڏي اهميت ملي. آمريڪي پاليسين ۽ مفادن ڪري ۽ مڪمل آشيرواد سبب هتي جي حڪمران طبقن ۽ سگهارن ادارن جي وڏي پيماني تي واڌ ويجهه ٿي، جنهن ڪري هن ملڪ ۾ فطري قومن جي مڃتا، عوام جو احترام، آئين جي پاسداري ڪابه معنيٰ ۽ اهميت نٿي رکي، نه صرف اهو، پر انهن کي حرف... جيئڻ مٿائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. بين الاقوامي سطح تي آمريڪا پنهنجي پاليسيءَ کي لاڳو ڪرڻ لاءِ سڄي دنيا ۾ هينئين فورسز کي پنهنجي اکين جو تارو سمجهي، انهن کي اکين تي رکي، انهن جا سڀ انگل ڪنيا. فوجي آمريتون، نيم جمهوري حڪومتون، شخصي بادشاهي، دنيا جي هر ڪنڊ تي پکڙيل پناهگير، عالمي ادارنءَ تي گرفت، جنهن ۾ مالي قسم جا هجن يا اقوامِ متحده جو ادارو، جنهن جي گرفت ڪري آمريڪا 1945ع کان وٺي هيستائين قومي آزادين ۽ قومن جي محبوب اڳواڻن جي زندگين سان کيڏيو ۽ ڪنهن به ملڪ ۾ اٿندڙ عوامي ايار کي لتاڙيو. انهيءَ تي قلم کڻجي ته وڏو طويل بحث ڇڙي پوندو، جيڪو منهنجي هن موضوع کي ڏنڌلو ڪري ڇڏيندو. هن پس منظر ۾ پاڪستان جي سگهارن ادارن کي ڏسبو ته انهن جو هتي جي فطري قومن ۽ عوام سان جيڪي رويو رهيو

آهي، سو سندن مربي حاڪم (آمريڪا) ڪان بہ ہ پير اڳتي ڏسڻ ۾ ايندو.

اڄ جڏهن بلاڪن جو وجود ۽ تصور ٽٽي چڪو آهي تہ آمريڪا جي مفادن جي ترجيحات بہ بدلجي ويئي آهي. ڪلهہ تائين جن شين جي هن آبياري ڪئي هئي، اڄ انهن کي حدن ۾ آڻڻ جا جتن ڪري رهيو آهي. انهيءَ لسٽ ۾ پاڪستان بہ آمريڪا جي هٽ لسٽ تي آهي. اڄ پاڪستان تي دٻاءُ وڌي رهيو آهي تہ ڊفينس تي ٿيندڙ خرچ کي گهٽايو وڃي، ائٽم بم ناهڻ جي خواهش تان هٿ کنيو وڃي، اسلامي تحريڪن کي پاڪستان مالي مدد ۽ امداد ڏيڻ کان پاسو ڪري ۽ پاڙيسري ملڪن جي معاملن ۾ مداخلت بند ڪئي وڃي. مطلب تہ جنهن پل تي هي ملڪ بيٺل آهي، جن ٿنڀن تي هن ملڪ جي ديوار ڪنيل آهي، اهي ڪمزور ٿا ٿين تہ پوءِ باقي ڇا ٿو بچي؟ پر پاڪستان جا حڪمران ٻہ جيڪي آمريڪي آشيرواد هيٺ پلجي، تاتجي، ٿلها متارا ٿي ويا آهن، سي هاڻ آمريڪا جي انهن حڪمن جي بجاآوري کان نابري واريون ويٺا آهن. هو تہ اڃان بہ وڏيڪ دنيا ۾ پنهنجو رول ادا ڪرڻ لاءِ پنهنجون حڪمت عمليون ناهي رهيا آهن. هن وقت پاڪستان ۾ ٻن سياسي نمائينده ڌرين جو ملڪي سطح تي ٽڪراءُ آهي، جنهن ۾ هڪڙي اها ڌر آهي، جيڪا هن ملڪ کي آمريڪا جي خواهش جي ابتڙ ٿي هلائڻ چاهي ٿي ۽ ٻي ڌر انهيءَ جي آشيرواد هيٺ. هن ملڪ کي دنيا جي تبديل ٿيندڙ ماحول هيٺ هلائڻ ٿي چاهي. هڪڙي ڌر جو نمائيندو نواز شريف آهي، ٻي ڌر جي نمائينده بينظير آهي. اهوئي سبب آهي جو هن ملڪ جي پاليسي ساز ادارن جو جهڪاءُ بينظير ڏانهن رهيو آهي، اهو سنڌس حڪومت جي دور ۾، 1990ع جي اليڪشن ۾ ۽ نواز شريف جي دور ۾ ڏسي سگهجي ٿو.

اهو تہ رويو ٿيو عالم آشڪار جُوءِ پر خفيہ ايجنسيون ۽ ملڪ جا اصل مالڪ ۽ اهلڪار چا ٿا سوچين ۽ هو بينظير مان ڪيتريقدر بيزار ۽ نفرت ڪن ٿا، انهيءَ لاءِ جيڪي بہ ڪارڪن گرفتار ٿيا آهن، انهن جي زباني رڪارڊ ڪي منظر عام تي آندو ويجي تہ هن ملڪ جي خفيہ حڪومت جا ادارا ڇا ۽ پڌرا ٿي پوندا. ڪين اهو پڇندي ڪابہ جهجهڪ محسوس نہ ٿيندي ٿئي، جيئن بيگم ڀٽي جو اخلاق ڪيئن آهي؟ سندس يار ڪهڙا آهن؟ بينظير جي باري ۾ ڇا خيال آهي؟ سندس بي بي وغيره آهي؟ ان جو توکي پتو آهي؟؟ هو مون کان پڇي رهيا هئا. هن آپريشن جي دوران هڪ اضافو اهو بہ ڪيو ويو آهي تہ سياسي ڪارڪنن ۽ اڳواڻن جي ڪردار ڪشيءَ جو نماءُ ڪيو ويو، انهن جي تشهير ڪئي ويئي ۽ ان مان اُهي لطف اندوز بہ ٿي رهيا آهن. جيئن عشق جا راز، پيار ۽ محبت جا قصا، ناجائز تعلقات، انهيءَ ۾ سندن رخ انهن ڏانهن هوندو هو جن جا پتڪا لاهڻا هوندا اٿن. چوندين تہ ٻئي طرف ڪي وڏا اهل الله ۽ نيڪو ڪار ملڪ جون واڳون سنڀاليو ويٺا آهن. جام صاحب پنهنجي مشيرن کي چوندو هو تہ، "بابا! شراب ۽ ڇوري ڇوٽ آ، لونڊي بازي کان بچو. اها مون کي شڪايت ملي تہ پوءِ گهٽ نہ ٿيندي." اهي تہ ٿيا پوڳ اقتدار ۾ ويٺلن جا. ويهي عيبن ۽ گنن جا پول کولجن تہ پتو پئجي ويندو تہ ڪرسين تي برجمان ڪيڏا نہ اصحاب سڳورا ۽ پاڪ پوتر آهن.

هاڻ پ پ ۽ ايم ڪيو ايم مان هٿ ناري واندا ٿيا يا انهن سان حساب ڪتاب هلندي پهرين الذوالفقار تي ڪڙڪي پيا. اهو لکندي ڪابہ هبڪ محسوس نٿو ڪريان تہ جام جي دور کان وٺي الذوالفقار جي نالي هيٺ سنڌ جي نوجوانن سان جيڪي عقوبتون ۽ جنيون جاري آهن، ان جي آڙ ۾ نني جي هڪ ٻيءَ پئجي نجاتل شيخاتل ڪارڪن ڏنايو تہ،

ڪيس آگسٽ 1990ع ۾ سجاول مان گرفتار ڪيو ويو، پهرين ٺٽي جي چانوڻيءَ ۾ آندو ويو. جتي مون کي چيو ويو تہ توتي هندستان مان ٽريننگ وٺڻ جو الزام آهي. مون کين چيو تہ، ”آئون پ پ جو ڪارڪن آهيان ۽ ضلعي ليول جو عهديدار آهيان، اسان کي انتقام جو نشانو بنايو پيو وڃي.“ جيڪا ڳالهہ کين سمجهہ ۾ ويئي، ٻئي ڏينهن منهنجي اکين تي پٽي ٻڌي حيدرآباد چانوڻي ۾ آندو ويو، اکين تي پٽي سان پهريون دفعو واسطو پوڻ ڪري، منهنجو مٿو چڪرائجي رهيو هو، پر ڇا ٿي ڪري سگهيس؟ حيدرآباد ۾ پهچندي مون کان پڇا شروع ٿي ويئي تہ توهان هندستان ويا آهيو، توهان ٽريننگ ڪري آيا آهيو، ٻڌاءِ تو ڪهڙيون دهشتگرد ڪارروايون ڪيون آهن ۽ توهان ڇا ڇا ڪيو آهي؟ عزت سان ٻڌاءِ نہ تہ ليمي وانگر نپوڙي ڇڏينداسون. مون کين چيو تہ ”آئون پ پ جو ڪارڪن آهيان، ضلعي ٺٽي جو عهديدار آهيان، منهنجو اهڙو ڪوبہ واسطو نہ آهي، مون کان سياسي انتقام ورتو پيو وڃي.“ منهنجو اهو چوڻ ئي ڪاءُ تاڙ منهن وارو اچي لڳو جنهن لاءِ تيار ئي نہ هوس، پاڻ کي اجان مس سنڀاليم، پر هٿ مون کي ڊاهي رکيائون. ڏاڍي ڦيهہ ڪڍڻ کان پوءِ ڪولي ۾ آندو ويو، جتي چئون هٿ مٿي ڪري پٽ کي منهن ڏيئي ويهي رهو، ڪيڏي مهل چون تہ هڪ پير تي ويهو، ڪڏهن اچي ابتو ٽنگيندا هئا، وري اچيو تشدد ڪندا هئا، ڪڏهن ڪوليءَ مان ٻاهر ڪڍي سڄوءَ سان ٻنڌڻ تي ويهندا هئا، اصل چلي ڇڏيائون. ٻانهن پيرن تي ۽ ڪلهن تي چڙهي لتاڙيندا هئا، ائين ڪندي هڪ دفعو فوجي لانگ بوٽ منهنجي هڪ پاسي ڪن ۽ مٿي تي اچي لڳو، اصل ٻڌي ويس، اجان تائين آئون صحيح ٻڌي نہ پيو سگهان. هڪ ڏينهن مون کي ٻاهر ڪڍي مارڻ جا ڍڪمان ۾ ڪيائون، ڪولي مان ڪڍي ٻنيريون ٻانهون ٻڌي مون کي هڪ ڪليل ميدان ۾ آندو ويو، چيائون ڪلمو پڙهہ. پوءِ هٿيارن جي ڪڙڪڙ

ٽيندي ٻڌم، هڪلون ڪريو چون ٻڌاءِ، سچ ٻڌاءِ نہ تہ اسان توکي ماري ڇڏيندا سون، اڄ تنهنجو آخري ڏينهن آهي. مطلب تہ مون تي جسماني، زباني ۽ ذهني تشدد ڪيو ويو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ اسان کي ڪجهہ لکيل پنا ڏنا ويا ۽ چيو ويو تہ انهن تي توهان کي اقرار ڪرڻو آهي. هن عمل لاءِ هڪ مئجسٽريٽ گهرايو ويو، منهنجون اکيون کوليون ويون، ان سان گڏ ڪجهہ فوجي آفيسر بہ هجن، مئجسٽريٽ پڇيو تہ، ”بابا ڪهڙو ٿا بيان ڏيو؟“ مون ڪيسي مان پنا ڪڍندي چيو تہ، ”اسان کي هي ڏنا اٿن تہ اهو بيان ڏيو، جيڪو اٿون ڪونہ ڏيندس.“ اتي وڊيو ڪئمرا وارا آندا ويا هئا، جيڪي اسان جو بيان رڪارڊ ڪري رهيا هئا. لڳاتار ٿيندڙ تشدد، اوجاڳن، دڙڪن ۽ ڌمڪين کان پوءِ مون اهو ضرور اقرار ڪيو تہ آئون الذوالفقار جو ميمبر آهيان، باقي لکيل بيان ڏيڻ کان انڪار ڪيم. تقريباً اهڙي حالت ۾ اسان ٽي مهينا ڇانوڻيءَ ۾ رهياسون، جنهن کان پوءِ اسان چالان ٿي حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ پهتاسون.

1990ع جي اليڪشن کان پوءِ ڄام صادق علي سنڌ جو وزير اعليٰ ٿيو، جنهن هڪ ٽي وقت لٺ ۽ ڇٽ جو استعمال شروع ڪري ڏنو هو، اسان تي بہ اهو حربو استعمال ڪيو ويو، مون کي ۽ علي محمد جماليءَ کي جيل مان ڪڍي سي . آئي . اي سينٽر ڪراچيءَ ۾ آندو ويو، جتي زمين دوز سيلن ۾ رکڻ کان پوءِ اسان تي پهرين دڙڪي ۽ ڪڙڪي کان ڪم ورتو ويو، پوءِ سرڪار جا مشير اچڻ شروع ٿي ويا تہ توهان ڄام جي مدد ڪريو. توهان تان ڪيس ختم ڪيا ويندا، توهان کي حڪومت ۾ مشير طور کنيو ويندو. اسان کين رکو جواب ڏيندي چيو تہ ”اسان اهڙو ڪڏهن بہ ڪم نہ ڪنداسون“ انهيءَ پنڌ ۾ هڪ ڏينهن غازي صلاح الدين ۽ عرفان مروت بہ ملڻ آيا، پر اسان کين پنهنجو لاڳيو

موقوف ڀڏائيندي نڪرائي ڇڏيو، جيڪا ڳالھہ ڪين اصل نہ وٺي. انهن جي وچڻ ڪان پوءِ وري اسان تي تشدد ڪيو ويو. سي - آئي - اي سينٽر ۾ هڪ مهينو رهڻ ڪان پوءِ اسان کي حيدرآباد جيل آندو ويو. هاڻي جڏهن اسان هن حربي ۾ نہ آياسون تہ اسان تي صدر اسحاق ۽ ڄام کي سازش ڪري مارڻ جو ڪيس لڳايو ويو. تنهن ڏينهن ڪان وٺي اڄ ڏينهن تائين هڪ ڪيس مان ضمانت ڪرايان ٿو تہ وري ٻئي ڪيس ۾ ڦاسايو وڃان ٿو، اٺين آئون جيلن ۽ ٿاڻن وچ ۾ نوڪرون ڪائيندو ٽيون سال جيل ۾ پورو ڪرڻ وارو آهيان. اهو آهي پ پ جو ڪارڪن ۽ الذوالفقار جي الزام هيٺ گرفتار 28 اسيرن مان هڪ اسير يونس ڀان.

الذوالفقار جي الزام هيٺ سوين ڪارڪنن سان جيڪي وهيو واپريو اهو ڪين پاڻ عوام جي عدالت اڳيان آڻيو پوندو، شايد آئون انهن سان انصاف نہ ڪري سگهان. الذوالفقار جنهن لاءِ خود مرتضيٰ ڀٽي اعلان ڪيو هو ۽ اها حقيقت آهي، جيڪا جنرل ضياءَ ۽ ان جي ساٿارين سان مهاڏو اٽڪائڻ لاءِ ناهي ويئي. جنهن لاءِ هن وٽ عالم آشڪار دليل اهو آهي تہ سندس پيءُ ذوالفقار علي ڀٽو، جيڪو ملڪ جو چونڊيل وزير اعظم هو، ڪيس جنرل ضياءَ ڪوڙي ڪيس هيٺ عدالت جي هٿان شهيد ڪرايو آهي، جيڪا سراسر ملڪ جي عوام سان زيادتي آهي، جيئن ملڪ جو عوام پنهنجي محبوب اڳواڻ جي قيادت ڪان محروم ٿي وجي. پوءِ اهو خال ڏنڊي جي زور تي ڀريو وجي ۽ الذوالفقار جي الزام هيٺ سنڌ جي اپرنڊڙ ڪلاس ۽ نوجوانن سان ايترو ظلم روا رکيو وڃي، جنهن ۾ هڪ کي ڏک هٿو، ٻيو ڏسي ۽ ٽيون پڇي جند ڇڏائي. نوجوان جيڪو ڪنهن قوم جو گرم خون هئڻ سبب آهيٽي ڪنهن چرپر جا محرڪ هوندا آهن، جلسا، جلوس ۽ هڙتالون سندن مرهون منت هوندا

آهن. سنڌ جي نوجوانن پيو گهڻو ڪجهه نه ڪيو هجي، ته به حڪمرانن جي مٿي ۾ سور وجهندو اچي، جيڪو حڪمرانن کي ڪنهن به حالت ۾ برداشت ڪان باهر آهي. ڇو ته روز روز هڙتالون، ڪو نعرو، ڪو جلسو لڳو پيو هوندو آهي، انهيءَ عمل کي بند ڪرڻ لاءِ نوجوانن جو منهن بند ڪرڻ ضروري هوندو آهي. روز روز جي ٺڪ ٺڪ ۾ پون پون به زنده هئڻ جو ثبوت هوندو آهي.

ويجهڙائي ۾ سنڌ جي سياست ۾ سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ جو وجود عمل ۾ آيو آهي، جيڪا به سنڌ جي نوجوان نسل تي مشتمل آهي، جنهن ٿوري عرصي اندر عوامي سطح تي جدوجهد جا شاندار مثال ڇڏيا آهن. جنهن طرفان احتجاجي جلسن جا نه ڪٽندڙ سلسلا، تاريخ ساز هڙتالون، وڏا وڏا عوامي ميڙ، حڪمرانن جا گهيراءُ، سنڌين جي بنيادي مسئلن تي پرپور موقوف ۾ نه جهڪندڙ ڪردار ڪري سڄي سنڌ جي سياست ۾ نئون روح ۽ ولولو پيدا ڪري پيو آهي. تنهن ڪري حڪمرانن هاڻ ترقي پسند پارٽيءَ کي سيڪٽ ڏيڻ لاءِ آپريشن ۾ ٽارگيٽ بنايو آهي. ترقي پسند پارٽيءَ جي عوامي سطح تي سياسي جدوجهد ۾ جاڪوڙ ڪيس اڃان گهٽي نقصان کان بچايو آهي پر وري به حساب ڪبو ته ٻين سيني پارٽين کان ترقي پسند پارٽيءَ جا نوجوان قيدي گهٽي وقت کان جيلن ۾ سڙندا رهيا آهن پوءِ به جيلن ۾ همٿ ۽ حوصلو هاريو نه اٿن، ثابت قدمي ۽ مڙسيءَ سان ميدان ملهايو بيٺا آهن. تنهن ڪري نوجوانن کي ٽڪائڻ لاءِ ڪين جيلن ۾ وڏو عرصو رکڻ حڪومت جي پاليسيءَ جو اهم حصو ٿي پيو آهي.

دنيا جي تبديل ٿيندڙ عالمي حالتن جو ماحول هن ملڪ تي گهڻو اثر انداز ٿي رهيو آهي، جنهن جو مختصر ذڪر مٿي ڪري آيو آهيان.

هن وقت پاڪستان آمريڪا وٽ اڻ وڻندڙ ملڪن جي لسٽ تي آهي، جنهن ۾ ان تي دهشتگردي جو الزام ڪچي تند ۾ ٻڌل تلوار جيئن لٽڪي رهيو آهي، ته پاڪستان جي سر زمين جو ڪجهه مسلم ملڪن خصوصاً ڪشمير ۽ پنجاب ۾ هلندڙ دهشتگردي ۾ ڪليو هٿ آهي، اهڙي بين الاقوامي سطح تي پروپئگنڊا ۽ الزام تراشي، هن آپريشن ۾ خصوصي ايجنڊ طور رکيل آهي. جيئن اهو ثابت ڪيو وڃي ته هندستان به پاڪستان اندر دهشتگردي ڪي هٿي ڏيئي رهيو آهي، سو به سنڌ ۾. انهيءَ سلسلي ۾ سيڙجي وڃي مرتضيٰ ڀٽي جو انٽرويو وٺڻ، پوءِ ان جي هٿي وڏي پيماني تي اشتهار بازي ڪرائڻ، الذوالفقار جي ڪارڪن ڪان زوري ودبيو پري تي ـ وڃي تي ڏيکارڻ ۽ عبدالواحد آريسر جا سرحد تي پير ليڪجڻ، اهڙا الزام هٿي مٿو ڪچو ڪرڻ ۽ اسان جون گرفتاريون، ڪورٽ مارشل جون تياريون، سڀ انهيءَ سلسلي جون ڪڙيون آهن، جيئن دنيا جي وڏندڙ دٻاءُ جو توڙ ڳوليو وڃي.

فوجي آپريشن هيٺ جڏهن ڌاڙيلن جي سرپرستن جي نالن جي چنڊڇاڻ ڪئي ويئي ته تقريباً پ پ ۽ مسلم ليگ جا سڀ وڏيرا جهڙوڪر بشيري صوبيدار جي مهمان ٿيڻ جا لائق هئا. جنهن جو مطلب ٿيو ته پ پ ۽ مسلم ليگ ڪي جيل ۾ آ ٿن. اهي جيل ۾ اچن تا ته پوءِ حڪمرانن جي مفادن جي پوئواري ڪير ڪندو؟ تڏهن حڪمرانن پلٽو ڪاڌو ۽ ڪين بي ڏوهي قرار ڏنو ويو. سنڌ جي بدامني ۾ جنهن ۾ سڌو سنئون حڪمرانن جو هٿ رهيو آهي ۽ پنهنجون من پسند پاليسيون لاڳو ڪرڻ ۾ سنڌ جو وڏيرو به ساڻن گڏ رهيو آهي. جاگيردار جي اخلاقيات ۾ شامل آهي ته ڪيئن به ڪري اقتدار ۾ پهچجي ۽ اسيمبليءَ جي سيٽ لاءِ حڪمرانن جي آشيرواد هئڻ ضروري آهي. اها ئي رياستي سطح تي

مجبوري، لوڪل سطح تي اجان بہ لئہ لست لاءِ ڏاڙيلن جو ٽولو اوطاق اڳيان مُني ۾ پڏل هئڻ ضروري هوندو آهي. ٿوري غور سان ڏسبو تہ سنڌ جو هر بدنام ناليوارو ڏاڙيل ڪنهن نہ ڪنهن جاگيردار جي آشيرواد هيٺ نظر ايندو، هاڻ جڏهن هنن کي بخشيو ويو آهي تہ پوءِ آپريشن جا نتيجا ڪهڙا نڪرندا؟ ٿورو بہ شعور رکندڙ هرڪو سمجهي سگهي ٿو تہ هيءُ آپريشن ڪامياب تڏهن ٿيندو، جڏهن سڀ ادارا پنهنجي حدن اندر رهندا هجن ۽ سندن هٿ صاف هجن پر هتي تہ قصو ان جي ابتڙ آهي. جيئن انهن جا پير لڪائبا تيئن ظلم ۽ زيادتين جو حصو وڌيل نظر ايندو. پوءِ اهڙي حالت ۾ فوجي آپريشن ڪيڏي بہ شدت سان ڪيو وڃي، پر ڪي بہ گهربل نتيجا نہ چڙهندو. ها البت اهو ضرور ٿيندو آهي تہ جڏهن فوج بيرڪن مان نڪري ايندي آهي تہ سندس آهني ۽ مضبوط ڊسيپلين وارو فوجي بوٽ جڏهن زمين تي لڳندو آهي تہ هڪ وار سڄو ماحول مٿاڀرو ۾ سراپجي ويندو آهي. ڪجهہ قدم ڪڇندا آهن تنهن ڪري ٿوري وقت لاءِ امن جو ماحول ڏسڻ ۾ ايندو آهي، پر جيئن وقت گذرندو ويندو، تيئن انهن جي پيرن هيٺان بدامني وري ڪَر کڻڻ شروع ڪندي آهي، ڇو تہ جن ڪارڻن ۽ سببن جي ڪري اُها بدامني وڌندي آهي، اهي تہ سماج ۾ بدستور زنده هوندا آهن تہ پوءِ ڇڙواڳي ۽ بدامني ڪيئن ختم ٿيندي. ڇا اهو ممڪن آهي تہ رياستي سطح تي نمائينده حڪومت کي قلم جي دهشتگردي ذريعي بدلايو وڃي، حقيقي نمائيندن کي اقتدار کان پري رکيو وڃي، هيٺ ڏنڊي جو زيبٽ هجي تہ امن پيا آڻيون ۽ امن پيو اچي. ڏاها ماڻهو بہ ٿورو امن ڏسي اهو چوندي نٿا ٿڪجن تہ، امن مبارڪ ۽ امن بحالي مبارڪ!!

آئون اهو ڪين ياد ڏياريان ٿو تہ ايوب جي دور ۾، ڇا امن هو ۽ ڇا

ترقي جي رفتار وڌي هئي؟ آخري منطق جو نتيجو جنرل ضياءَ جو ڊور هو ۽ ڪيڏي نہ ماحول ۾ سانت اچي ويئي هئي. پر جيئن وقت گذريو، تيئن پوءِ حالتون ڪٿي وڃي بيٺيون، جنهن جا سڀ پاڻ اکين ڏٺا شاهد آهيون. جيستائين رياستي ادارا پنهنجي حدن ۾ پنهنجو فنڪشن نٿا ڪن ۽ انصاف ڪان ڪم نٿو ورتو وڃي، ٻين جي فرضن ۽ اختيارن تي راتاها بند نٿا ٿين، عوام جي عزت نفس جو احترام نٿو ٿئي، انهن جي نمائينده ڌرين کي تسليم ڪرڻ ۽ سندن حڪمن جي بجاآوري نٿي ڪئي وڃي ۽ ڪيَ ادارا انهن جي طابع نٿا رهن، تيستائين امن ڌيڪارڻ وري بيگاڙڻ جو اهو ڪيل هلندو رهندو. هن فوجي آپريشن کي سيني سياسيَ ڌرين جي ڪليل مدد ۽ حمايت حاصل آهي، ڪن تورن ڏاهن يا چرين چيو آهي تہ اهو سچو سندن ڪيل آهي. اهو بند ڪن تہ امن ٿي ويندو. فوج جو سول معاملن ۾ مداخلت ۽ ان ۾ ديگهہ ڪنهن بہ ملڪ لاءِ ڪٿي بہ سنو سؤڻ ثابت نہ ٿيو آهي، پوءِ بہ اهوئي طريقو استعمال ٿيندو آهي، جنهن جو آخري نتيجو کھڙو نڪرندو آهي؟ اهو سياست ۾ دلچسپي رکندڙ پاڪستان جي نقشي کي گهوري ڏسن تہ نتيجي تي پهچي ويندا. اها اسان جي ساڌڙن کي پل آهي تہ اهي جيڪي ميدان تي لٿا آهن، سندن نيڪ ارادا ۽ خواهشون آهن تہ ڪچي جا ماڻهو امن جي هندوري ۾ ننڊون ڪن تہ پوءِ هيڏو مامرو اٿاريو چا جي لاءِ ٿو وڃي؟ هي جيڪي سيڙجي آيا آهن، تن کي پنهنجا ٽارگيٽ، نشان ۽ مقصد آهن، اهي پوري ڪرڻ ڪان سواءِ هو ڪڏهن بہ نہ ويندا. فوج جو بيريڪن مان جيترو نڪرڻ مشڪل هوندو آهي، ان ڪان بہ وڌيڪ واپس ورڻ هوندو آهي. پاڪستان جي تاريخ ۾ پهريون آپريشن لاهور جي شهر ۾ ڪيو ويو، ان جو مدو ٻہ مهينا ٻڌايو ويو پوءِ اهو يڪو سال پٽي هليو. ايوب خان ڪئي سڏي راند سونٽي جي. پر جنرل ضياءَ ٽن مهينن جو قرآن تي واعدو ڪيو. پوءِ پڪا

يارنهن سال ملڪ جي عوام جي ڪنڌ تي ڪڙا هٿيو لٽڪندو رهيو. هن فوجي آپريشن لاءِ نويد اها ٻڌائي ويئي آهي ته اهو ٽي مهينا هلندو پر هاڻ سال ٿي ويو آهي، ڇو ن تا ته اڳتي ڏسنداسون ڇيڪي اهي ڇو ن تا، تيئن اسان جو شاهه صاحب پيو ڪري. شاهه صاحب ڪي ٻڌائيندو هلان ته آپريشن جو آخري حدف تون پاڻ هوندين. آپريشن جڏهن به شروع ٿيندو آهي، جنهن جي به ڪلهن تي چڙهي ايندو آهي، پر اهي جڏهن بين ڌرين مان واندا ٿيندا آهن تڏهن چرڪي وانگي ان کي به ڳٽڪائي ويندا آهن. اڄ جا آپريشنل ڪاميٽيءَ جا چيف ٿورو پنتي نگاهه ڪري ڏس. ٿورن ڪان وڏيڪ هن ڪرٽي هضم ڪري ڇڏيا، ميدان صاف لڳو پيو آهي، سياڻي به اٿين ٿيندو.

هن فوجي آپريشن هيٺ خاص مقصد اهو به آهي ته ڪين اهو چرڪ ۽ الڪو آهي ته متان سنڌ جي سر زمين انهن خلاف اٿين استعمال ٿي پوي، جيئن پاڙيسرين جي مسئلن ۾ هي ٽنگ اڙائي رهيا آهن، ممڪن حالتن ڪي منهن ڏيڻ لاءِ هن جو سنڌ ۾ رهڻ ضروري ٿي پيو آهي. ان لاءِ ڪين ڪنهنجي به اجازت جي ضرورت نه آهي ۽ نه وري منع جي.

فوج جڏهن به ميدان تي لهندي آهي تڏهن بين مقصدن سان گڏ اهو به ليڪو چوڪو ڪرڻو هوندو آهي ته پراڻن سياسي ڌرين جنهن ڪي هو ناقابل قبول سمجهندا آهن، انهن جو صفايو ڪري، نون سياسي فورسز کي اڳيان آندو ويندو آهي ۽ انهن ڪي هٽائي نون سياسي چهرن ڪي اڳيان آندو ويندو آهي. هن عمل تحت رات پيٺ ۾ اڪثريت اقليت ۾ تبديل ڪئي ويندي آهي. ڪلهه ايم ڪيو ايم لاءِ اڪثريتي پارٽيءَ مجبور هئي ۽ عزيز آباد ڏانهن پنڌ هئا، اڄ اهي وري لانڊي جيل ياترا ڪري رهيا آهن.

حقيقت ۾ ڏٺو وڃي ته سنڌ واسين جو ڏوهه اهو آهي ته هنن

حڪمرانن جي من پسند ليڊر کي ڪڏهن بہ قبول نہ ڪيو آهي ۽ نہ وري پنهنجي ضمير جو فيصلو انهن جي جهوليءَ ۾ وڌو آهي. اها ڳالهہ حڪمرانن جي برداشت کان ٻاهر آهي، ان لاءِ هٽي هٽي ٻيڻا آهن پر اصل سنڌ جو ماٺهو نابري واريو پڙ ڪڍيو بيٺو آهي، سنڌن ضمير جو فيصلو، سنڌن جهڪاءُ ۽ عقيدت ٻ ٻ کان ٽٽي نٽي، جنهن هٽي ڪين چتو ڪڙيُ وڌو آهي. تڏهن سنڌي ماڻهن جي يڪ طرفہ ووٽ پاور کي پور پور ڪرڻ لاءِ نپا ڪلچر کي متعارف ڪرايو ويو آهي.

جيستائين سنڌي ماڻهن جو يڪ طرفہ ووٽ ٻ ٻ جي جهوليءَ ۾ پوندو رهندو، جيسين سنڌن ووٽ ملڪ جي ايوانن ۾ فيصلہ ڪن رول ادا ڪندو رهندو، جيسين سنڌن ووٽ سنڌ اندر حڪومت ٺاهڻ جي پوزيشن ۾ هوندو، اهو توازن بدلجي نٿو، جيسين سنڌ واسي عملي طرح حڪمرانن جي رحم و ڪرم تي نٽا وجي ٻيهن، تيستائين سنڌن ووٽ جي توهين، ضمير جي فيصلي جو انڪار ۽ سنڌن نمائينده پارٽين تي عذاب جاري رهندو.

”لاءِ آرڊر“ مارشلا فوجي آپريشن جي آڙ ۾ ڏنڊي جو سٽڪو ۽ موچڙي جو زيڪو هلندو رهندو، سنڌن ڏنڊا ۽ پنهنجا پنا. امن جو نالو هجي يا ٻيو ڪجهہ. پر فوجي آپريشن جاري رهندو، جاري آهي ۽ جاري رهندو.

میر حسن آریسر

# نظم

## قيدي يار جي نانوَ

محبت جا گلاب جهوليءَ ۾ کڻي
يار پنهنجو پيار مان آڇي پيو
۽ شهر سارو خار مان آڇي پيو
نت نفرتون ئي نگاهن ۾ کڻي
پر هو تہ سنگهرون، نفيس ٻانهن ۾ کڻي
مرڪي پيو
هُن عشق جي اگر جهلي، جيڪو سفر
عاشقن جي امام سونهين جي پٺيان
آهي ڪيو
عاشقيءَ جي ان سفر ۾ تيون نصيب
نفرتون ۽ تهمتون تنهن کي سدا
ڪونہ ڪڏهن ڪهڪشان،
ان جي اڱڻ جو هار تي
ڪونہ ڪڏهن بهار آئي
هيج مان هٻڪار تي
هن جي راهن تان تکيون
چنچل نگاهون ڪيترين؟!
۽ ٽڏيون آهون- صدائون ڪيتريون؟!
گذري ويون ڪنهن کي خبر.....؟
هي تہ آ، بي حس ۽ نابين ماڻهن جو شهر-
جت مجيو ويو هيل تائين آ رڳو هڪڙو مذهب
۽ اهوئي آ رهيو هن ديس گونگي لئہ غضب
ان مذهب جي هر مجيندڙ آ مجيو

پنهنجي پنهنجي ذات ۾ ويٺل انائن جو خدا
ان جي پوڄا ۽ پرستش روز ٿي ٿيندي رهي
مصلحتن جي مندرن جي من ٿي،
روز ٿي ايندي رهي
۽ روز ٿي ويندي رهي–
تن جي نيڻن مان نوازش نينهن جي
۽ آڇپي جي لال ڳاڙهي ڏينهن جي–
آس "هُن" ۾ پياس جيئن ٿي رهي سدا
روشني، خوشبو ۽ رنگت جي تڙپ
عشق جي احساس جيئن ٿي رهي سدا
هو جو ڍگهن ۽ نرم وارن جي اڏارن جو پرين
هو گلابي ۽ گرم ٻانهن جي هارن جو پرين
ڪنهن جي نيڻن ۾ سمايل انتظارن جو پرين
هر پنيءَ جو اڱڻ ٿي جهانجهر جون جهنڪارون سيئي
۽ جواني جي جسم جون مدهوش هبڪارون سيئي
اندلٺي چوڙين جون سرگوشيون بہ ڪي
ٿيج جي جهُولن ۾ لڏندڙ سپ سکيون
پئي خماريل ڪجريون ڪنهن جون اکيون
يادگيرين ۾ تہ هن سانديي رکيون
پر چاندني جي چاهہ هن کي جو سڏيو
۽ چريو آهي چڪوريءَ جيئن اڏيو
رات جو آهي جو پويون،
پهر سارو ٿو چوي
بي خِس جو شهر سارو ٿو چوي:
"چنڊ تي هن جي پڄڻ جي
ڪٿ چٽي ڪا راهہ بہ ناهي."
پر ڪڏهن ان ڳالهہ جي
هن کي رهي پرواهہ بہ ناهي
هن کي رهي پرواهہ بہ ناهي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪانُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوڻ، چالاڪيءَ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)